بسم الله الرحمن الرحيم

# برڪات الصلواة

## سنڌي





مولوی محمد عظیم
ڪتب خانه
شڪارپور سنڌ




إِنَّ اللّٰهَ وَ مَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَى النَّبِيِّ ؕ
يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا ○

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰى
اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ بَارِكْ وَ سَلِّمْ ○

# بركات الصلواة

سنڌي ۾

مترجم

فقير محمد اسماعيل ڪنيار نتوي

پروپرائيٽر:

توفيق احمد ولد مرحوم نور احمد

مولوي محمد عظيم ڪتب خانہ

شاهي بازار شڪارپور سنڌ

# لَآاِلٰـــهَ اِلَّاالله

# مُحَمَّدُ رَّسُوْلُ اللهِ صلی الله علیه وسلم

بَلَغَ الْعُلٰی بِکَمَالِہٖ
کَشَفَ الدُّجٰی بِجَمَالِہٖ
حَسُنَتْ جَمِیْعُ خِصَالِہٖ
صَلُّوْا عَلَیْہِ وَآلِہٖ

## انتساب

انهن جي نالي جيڪي
لااله الاالله محمد رسول ﷺ پڙهن ٿا.

اي منهنجا حقيقي مالڪ، مان جيڪو بہ آهيان سو آهيان. تون ڄاڻين ٿو ۽ ساري دنيا کي خبر آهي تہ مان ڪهڙو سياهڪار آهيان. اي مولي! بس هاڻي حساب ڪتاب مان ڇا فائدو. آءٌ هڪ پينون فقير آهيان ۽ امت محمديءَ جي بخشش جي توکان ڀيک گهران ٿو ۽ مونکي خبر آهي تہ تنهنجي در تان ڪوبہ خالي هٿن نٿو موٽي. ايئان بہ جي توکي رحم نہ اچي تہ پوءِ ان رهبر جي واسطي ۾ اسانکي بخشي ڇڏ.

# عرض حال ۽ صحيح حقيقت

١. ته آءٌ هڪ نهايت سخت گناهه گار، عاجز، مسڪين ۽ بيڪار انسان آهيان. منهنجي ڪابه طاقت ناهي جو اهڙو ڪم ڪري سگهان. بس ايترو ٿي چئي سگهان ٿو ته هي فقط الله تعاليٰ جي عنايت ۽ حضور ﷺ جن جي ڪرم بخشش ۽ عنايت جي طفيل آهي ۽ متن درود شريف ڪثرت سان پڙهڻ جي پلائي ۽ برڪت آهي اگر نه ته ڇا مان هڪ ڪنيار ۽ ڇا هيءَ ڪتاب حديثون ۽ فقه جا مسئلا درود شريف هڪ بي پايان رحمت جو درياءُ آهي انهيءَ درياءَ جي رحمت ذات پات ڪي نتي ڏسي، بس درود شريف پڙهو، پوءِ ڏسو ته اهو قادر مطلق ڇا ٿو ڪرم ڪري.

٢. هن ڪتاب جو مون پنهنجي وس پٽاندر پوريءَ ڪوشش سان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي، تڏهن به جيڪڏهن ڪا سهوَ يا غلطي رهجي ويئي هجي ته الله انکي سڌاريو ۽ سنواريو وجي. هن ڪتاب تي نه ڪتاب جو نالو ۽ نه وري مصنف جو نالو آهي. ڪهڙي پريس ۾ ڇپيو آهي اهو به ڪٿي لکيل نه آهي. هڪ صلواتن جو ڪتاب جنهن ۾ درود شريفن جا اقسام ۽ سندن برڪتون، فضائل ۽ فائدا وڏيءَ خوبيءَ سان مصنف لکيا آهن، الله تعاليٰ کيس جزاءِ خير عطا فرمائي.

٣. منهنجي محسن ميان حاجي عبدالحسين جن کي اهو ڪنهن صاحب جي هٿان مليو، حاجي عبدالحسين صاحب پاڻ به درود شريف جو عاشق ۽ حضور ﷺ جو پروانو آهي. تنهن يڪدم اهو تحفو مونکي ڏنو ته هن جو سنڌي ترجمو ڪريان. مون به الله جو نالو وٺي ترجمو لکڻ شروع ڪري ڏنو. ڪتاب جو اصل مصنف صاحب الائي جي ناراض ٿيندو يا راضي ٿيندو. بهرحال مون ترجمو پورو ڪيو. هن ترجمي ۾ ڪٿي مون به پنهنجي طرفان ڪجهه شعر ۽ بيت وغيره يا ڪي مضمون جا ٽڪرا لکيا آهن. اهڙيءَ طرح لوڻ ذرو وجهي ديڳ جو ڏٽي بڻجي ويو آهيان. شل ڪتاب جو اصل مصنف صاحب معاف فرمائي ته سندس مهرباني ٿيندي.

فقير محمد اسماعيل نتوي

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

# حقيقت جي بلنديءَ مٿي

الله تعاليٰ سيني کان اعليٰ ۽ افضل مرتبو محمد رسول الله ﷺ جن کي عطا فرمايو آهي. دنيا پيدا ڪرڻ بعد نبين کي موڪليندو رهيو ته مجلس ڄمندي وڃي. آخر ۾ ان مجلس جو امير ۽ سردار پئدا ڪيائين ته جيئن اهو صدارت جي ڪرسيءَ تي جلوه افروز ٿئي ڇو جو تاجدار مدينه ﷺ انهيءَ مجلس جا صدر آهن. انهيءَ لاءِ انهن کي رتبو به اهڙو ئي بخشيو ويو. حضرت آدم عليه السلام کي اهو رتبو مليو. جو ملائڪن کي حڪم ڪيو ويو ته کين سجدو ڪريو. حضرت ابراهيم عليه السلام ۽ حضرت اسماعيل عليه السلام کي اهو شان مليو جو سندن رهڻ واري جاءِ مڪي معظم کي حج جو مرڪز بنايو ويو، حضرت موسيٰ عليه السلام کي پاڻ سان ڪلام ڪرڻ جو شرف بخشيائين ۽ کين ڪليم الله جي لقب سان نوازيائين. حضرت اسحاق عليه السلام ۽ حضرت يعقوب عليه السلام کي قوت بصيرت جو صاحب بڻايائين حضرت يعقوب عليه السلام کي خوش بياني ۽ لطافت ۽ بلاغت سان نوازيائين. حضرت عيسيٰ عليه السلام کي پنهنجي قرب ۽ محبت سان نوازيائين. حضرت دائود عليه السلام کي حڪومت عطا فرمايائين حضرت سليمان عليه السلام کي تخت، تاج، جن، ديو، پريون ۽ اڏنڊڙ پکين تي حڪومت جو درجو ڏنائين. مگر محمد مصطفيٰ ﷺ جن کي سڀني کان وڏو ۽ بلند درجو ڏنائين، جو سندن اسم مبارڪ پنهنجي نالي سان گڏ رکيائين ۽ سندن ذڪر، پنهنجو ذڪر ڪري فرمايائين. انهيءَ مرتبي ۽ شان کي ظاهر ڪرڻ جي لاءِ پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ حڪم فرمايائين ته:

إِنَّ اللّٰهَ وَ مَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَي النَّبِيِّ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْ صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا

ترجمو: بيشڪ الله ۽ سندس ملائڪ پيغمبر تي رحمت موڪليندا آهن، اي ايمان وارؤ اوهين به مٿس صلوات پڙهو ۽ پوري طرح سلام چئو.

معلوم هجڻ گهرجي ته الله تعاليٰ دريائن ۽ سمنڊن ۾ وڏيون وڏيون دولتون ۽ نعمتون رکيون آهن. انهن دريائن ۽ سمنڊن ۾ ٽٻيون هڻڻ وارا ئي انهن قيمتي جواهرن ۽ نعمتن کي حاصل ڪري سگهن ٿا. سچي موتيءَ واريءَ سپ کي ڏسو. دريا[illegible] وارا سچي موتين جي سپن جا ڍير ڳڪائي [illegible] جن انهن سپن مان سچا موتي نڪري اچن ٿا [illegible] بادشاهن جي تاج ۾ لڳايا وڃن ٿا [illegible] تاج کي [illegible] تي رکن ٿا. اها ڪيتري نه وڏي [illegible] صلواة ۾ درود شريف [illegible] درود پڙهي ٿو، ته هو ٽن قسمن جي دريائن ۾ ٽٻي هڻي ٿو. يعني هڪ نور توحيد جو درياءُ، ٻيو نور نبوت جو درياءُ، ٽيون نور ولايت جو درياءُ. جنهن وقت بندو اللهم چوي ٿو ته ان کي الله تعاليٰ جي سيني نالن جي ذڪر جي فضيلت حاصل ٿي ويئي ۽ سيني صفتن جو فضل کيس حاصل ٿي ويو. اهو صرف درود شريف جو پهريون حرف اللهم چوڻ سان جڻ ته الله تعاليٰ جي سيني نالن مبارڪن جي تلاوت ڪري ورتائين.

سبحان الله! ڪهڙو نه برڪت وارو لفظ آهي. جنهن ۾ توحيد جو نور، اسم ذات جو نور ۽ اسم صفات چمڪي رهيا آهن. اهو الله جي رحمت جو اهو بي ڪناري درياءُ آهي جيڪو ان ۾ ٽٻي هڻڻ وارن کي ٻنهي جهانن ۾ نهال ڪري ڇڏي، نه فقط اهو، پر هنن کي

اهو لطف ۽ اهو مزو چکايو ڇڏي، جو ان کان پوءِ انهن جا هوش حواس به هن دنيا ۾ صفا بدلجي وڃن ٿا. توهان درود شريف پڙهڻ وارن جو شان ڏٺو، صرف اللهم کي پڙهندي نور توحيد جي درياءَ ۾ ٽٻي لڳائي ذاکرين جي مرتبي تي پهچي ويا ۽ درود پڙهڻ وارن جو رتبو الله تعاليٰ جي ذکر، رسول الله ﷺ جن جي سنت تي عمل ڪرڻ وارن جي رتبي ۾ شامل ٿي ويو ۽ جڏهن درود شريف پڙهڻ وارو شخص صلي عليٰ محمد چوي ٿو ته ته سمجهو ته ان آقاءِ نامدار صلي الله عليه وسلم جن جي نور رسالت ۽ فضيلت ۾ ٽٻي هڻي آهي. اها ٽٻي لاجواب ٽٻي آهي ۽ سلامتيءَ واري ٽٻي آهي. اها هميشہ جي لاءِ درود پڙهڻ واري کي رحمت ۾ ويڙهي ڇڏي ٿي. سندس قلب منور ٿي وڃي ٿو ۽ سندس دل ۽ دماغ ۾ عجيب خوشبوءِ پيدا ٿي وڃي ٿي.

هيءُ الله تعاليٰ جو ڪليو حڪم آهي ته جيڪو رسول الله ﷺ تي هڪ دفعو درود پڙهندو ته الله جل جلاله ۽ انجا فرشتا ان ماڻهوءَ تي رحمتون نازل فرمائن ٿا ۽ جڏهن پڙهندڙ عليٰ وآله وبارڪ وسلم چوي ٿو ته فضل و ڪرم ۽ ڪرامت جي درياءَ ۾ ٽٻي لڳائي ٿو ۽ بلڪل پاڪ ۽ صاف ٿي وڃي ٿو. سبحان الله! هاڻي صلوات پڙهندڙ نئون لباس پائي ورتو، جنهن کي نوراني وڳو چوندا آهن. جيڪو هر ڪنهن کي نصيب نٿو ٿئي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَاٰلِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ ط

حضور انور ﷺ جن تي درود شريف پڙهڻ ۾ جيڪي فائدا آهن. اهي هن ڪتاب ۾ غور سان جانچيو. پوءِ خود فيصلو ڪريو ته آقاءِ نامدار ﷺ جن تي اسان کي ڪيتري قدر صلوات پڙهڻ گهرجي ۽ هيءُ ڪيڏو وڏو ڪم آهي. هن ۾ ڪيڏا فائدا آهن. الله

تعاليٰ اسان سڀني کي درود شريف پڙهڻ ۽ حضور ﷺ جن جي عشق ۾ مشغول رکي. آمين

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰى اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ وَتَرْضٰى لَهٗ

صلوات سڳوريءَ جي پڙهڻ واري کي الله تعاليٰ جي طرفان ٽي تحفا ملن ٿا. ١. رحمت ٢. فضل ڪرم ٣. شفقت. اهڙيءَ طرح بارگاهه رسالت مان به درود شريف پڙهڻ واري کي ٽي تحفا ملن ٿا. ١. سلامتي ٢. اسلام ٣. مغفرت ۽ شفا. اهڙيءَ طرح درود شريف پڙهڻ واري کي ملائڪن سڳورن جي طرفان به ٽي تحفا ملن ٿا. ١. رحمت ٢. سلام ٣. حفاظت. (هوالذي يصلي عليكم وملائكته) الله تعاليٰ به مٿن رحمت موڪلي ٿو ۽ سندس ملائڪ به رحمت موڪلين ٿا.

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

قَالَ اللهُ تَعَالٰى فِيْ شَانِ حَبِيْبِهٖ اِنَّ اللهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَي النَّبِيِّ يٰٓاَيُّهَاالَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا.

قرآن پاڪ ۾ فرمايو بزرگ، برتر ۽ غالب خدا تہ: تحقيق الله ۽ سندس ملائڪ رحمت موڪلين ٿا نبيءَ تي. اي ايمان وارؤ! اوهان به درود موڪليو نبي ڪريم ﷺ تي.

الله تعاليٰ اهو خاص حڪم پنهنجي خاص ڪتاب قرآن پاڪ ۾ پنهنجي خاص بندن کي موڪليو آهي. خاص بندن مان مراد حضور ﷺ جن جي امت آهي. ۽ (خاص انداز ۾) ان مان اها مراد آهي جو الله تعاليٰ جو حڪم آهي، جيڪو الله تعاليٰ فرمايو ۽ نبي چٽي سڏيو

اٿس، نالو نہ ورتو اٿس. الله تعاليٰ خود پاڻکي بہ شامل ڪري حڪم فرمايو تہ جڏهن خدا ۽ سندس ملائڪ نبيء ڪريم ﷺ تي رحمتون موڪلين ٿا تہ اي ايمان وارؤ اوهين بہ مٿن درود شريف پڙهو. قال رسول الله ﷺ (ان لي الناس بي اڪثر هم عليٰ صلواة). رسول الله ﷺ جن فرمايو تہ سڀني کان پيارو اهو شخص آهي جيڪو اسانتي زياده کان زياده درود شريف پڙهي ٿو. جنهن حضور ﷺ جن تي سڀ کان گهڻو درود شريف پڙهيو، اٿين سمجهو تہ ان شخص حضور ﷺ جن جي محبت حاصل ڪري ورتي ۽ دين ۽ دنيا جو سڀني کان وڏو شاهوڪار بنجي ويو. بيشڪ تحقيق ان کي سڀ ڪجهه ملي ويو. جيڪو ان جي لاءِ مشڪل ۽ ناممڪن هو.

## فيصلو

اهو بيان هن کان اڳي ابن ڪعب رضي الله عنه جي روايت ۾ گذري چڪو آهي. يعني دعا ۾ سارو وقت درود شريف پڙهڻ وارو بيان. ليڪن هيءَ ٻئي ڪتاب جو نقل آهي، تنهن ڪري وري بيان ڪرڻ ضروري ٿيو.

ترمذي شريف ۾ آيو آهي تہ ابن ڪعب رضہ فرمائي ٿو تہ مون عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ مان دعا ۾ درود شريف جي لاءِ گهڻو وقت رکان؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ جيڪو تون گهرين. عرض ڪيو تہ چوٿون حصو؟ حضور ﷺ جن فرمايو تہ اجان زياده ڪرين تہ چڱو آهي. مون عرض ڪيو تہ اڌ مقرر ڪريان، حضور پر نور ﷺ جن فرمايو تہ اجان بہ زياده ڪرين تہ بهتر آهي. مون عرض ڪيو تہ ساري دعا واري وقت ۾ درود شريف پڙهندو رهان، تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ اگر ائين ڪندين تہ الله تعاليٰ توکي دنيا ۽ آخرت ۾ ڪم ايندو، ۽ سڀئي تنهنجا گناهہ معاف ڪري ڇڏيندو.

## حضور ﷺ جن جي محبت جو حاصل ٿيڻ

جنهن شخص کي حضور ﷺ جن جي محبت ملي ته ان کي ٻئي جهان ملي ويا. ڪنهن شاعر خوب چيو آهي ته:

اين سعادت بزور بازو نيست ــ تا نه بخشد خدائے بخشنده.

معنيٰ: الله تعاليٰ جيستائين اها سعادت نه بخشي ته اتي طاقت ۽ زور جو ڪو ڪم ڪونهي، اها سعادت نه طاقت سان حاصل ٿي سگهي ٿي ۽ نه خريد ڪري سگهجي ٿي ۽ نه وري ان جي بيک ملي سگهي ٿي. هزارين ماڻهن جي عمر انهيءَ حسرت ۾ ختم ٿي ويئي. هزارين مشائخ تصوف وارا ۽ ابدال هن قيمتي خزاني کي حاصل ڪرڻ لاءِ ويهن نهن جو زور لڳائيندا رهيا. جنهن کي اهو خزانو حاصل ٿيو، ان کي سڀ ڪجهه ملي ويو ۽ منزل مقصود تي پهچي ويو. اها محبت صرف گهٽي ۾ گهٽ درود شريف پڙهڻ سان ئي حاصل ٿي سگهي ٿي.

حضرت اويس قرني رحه مشهور معروف ڪامل ۽ ولي مشهور آهن، انهن حضور ﷺ جن جي ڏندن مبارڪن جي شهادت جو ٻڌي، پنهنجا سڀ ڏند ڀڃي ڪيڏي ڇڏيا. انهن کي حالانڪ رسول الله ﷺ جن جي ظاهري زيارت نصيب نه ٿي هئي. ساري عمر پنهنجي پيڙي ماءُ جي خدمت ۾ لڳا رهيا. ليڪن غائبانه حضور ﷺ جن جي محبت ۽ بي پايان عشق ۽ فراق ۾ محو هوندا هئا. انهيءَ دولت جي طفيل پاڻ ﷺ جن اصحابن سڳورن کي فرمايو ته اوهان مان جيڪڏهن ڪو شخص اويس رحه سان ملي ته پنهنجي مغفرت جي دعا ڪرائي. سبحان الله! جنهن کي حضور ﷺ جن جي محبت ۽ عشق نصيب آهي، ان جو ڪيڏو نه وڏو بلند مقام آهي.

حضرت عمر بن خطاب رضه کان نقل آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو: جيڪڏهن اويس ڪنهن ڳالهه تي قسم کائي ويهي رهي ته الله پاڪ ان ڳالهه کي ضرور پورو ڪندو. جنهن کي حضور ﷺ جي

محبت ملي ويئي ان کي آخرت جو اهو اعزاز مليو، جنهن تي ساري دنيا رشڪ ڪري ته به گهٽ آهي اهو سڀ ڪجهه بنا شڪ شبهي جي درود شريف گهڻو پڙهڻ سان ئي حاصل ٿئي ٿو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاَنْزِلْهُ الْمَقْعَدَ الْمُقَرَّبَ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ ط

اي الله! سيدنا محمد ۽ آل محمد ﷺ تي درود نازل فرماءِ ۽ انهن کي اهڙي منزل عطا فرماءِ جيڪا تنهنجي نظر ۾ سڀني کان اعليٰ هجي.

## سڀ کان اعليٰ ۽ افضل ذڪر

حق تعاليٰ پنهنجي نبي ڪريم ﷺ جي شان ۾ فرمائي ٿو:

وَرَفَعْنَا لَكَ ذِكْرَكَ

ترجمو: اسان توهان جي لاءِ اوهان جي ذڪر کي بلند ڪري ڇڏيو.

علامه قاضي عياض فرمائي ٿو ته الله پاڪ پنهنجي حبيب ﷺ کي ارشاد فرمائي ٿو ته مون اوهان کي پنهنجي ذڪر ۾ شامل ڪري ڇڏيو، يعني جيڪو شخص اوهان جو ذڪر ڪري ته ان ڄڻ ته منهنجو ذڪر ڪيو. انهيءَ جو صاف ۽ آسان مطلب آهي ته جنهن شخص حضور ﷺ جن تي درود شريف پڙهيو ته تحقيق ان الله پاڪ جو ذڪر ڪيو، نه فقط ذڪر مگر عاليشان ذڪر، جنهن جو مثال ملي نٿو سگهي. سڀ کان افضل ۽ اعليٰ ذڪر.

## هڪ لڪل راز

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰى آلِهٖ وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا ط

هر هڪ مسلمان جو فرض آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ هر جمعي جي ڏينهن يا جمعي جي رات جو هن ڪتاب جا سمورا درود شريف پڙهيو ڇڏي. گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفعو هي پورو ڪتاب هر جمعي جي ڏينهن يا جمعي رات ۾ ختم ڪري. اگر اهو نہ ٿي سگهي تہ مهيني ۾ هڪ دفعو، اگر اهو نہ ٿي سگهي تہ سال ۾ هڪ دفعو پڙهو اگر اهو بہ ممڪن نٿو ٿئي تہ ساريءَ عمر ۾ هڪ دفعو هن ڪتاب وارا سمورا درود شريف پڙهي ڇڏي، تہ ان جي شفاعت روز محشر ۾ پاڻ رسول الله ﷺ جن فرمائيندا ۽ ان کي قيامت جو خطرو ۽ خوف نہ آهي، مگر باشريعت هجڻ ضروري آهي.

## رحمت جو درياءُ

حضرت مولانا شاه عبدالحق محدث دهلوي رحہ فرمائين ٿا تہ اي درود شريف پڙهڻ وارا، ياد رکو تہ توهان رحمت جي درياءَ جا تارو آهيو. جڏهن توهين اللهم صل علي چئو ٿا تہ انهيءَ وقت الله پاڪ جي ڪرم جي درياءَ ۾ ٽبي هڻو ٿا. جڏهن سيدنا و مولانا محمد جا لفظ توهان جي زبان تي اچن ٿا تہ توهين رسالت جي درياءَ جي لهرن ۾ اچي وڃو ٿا ۽ جنهن وقت آله چئو ٿا تہ اهل بيت نبي ڪريم ﷺ جي عطائن ۽ بخشش مان جهوليون ڀريو ٿا. اي گناهن ۽ معصيت جي بر بيابان ۾ ڀٽڪڻ وارا، توهان ڪي اها ڳالهہ ڪيئن ٿي وڻي جو توهين اهڙن نوراني دريائن ڪي جن مان

مرادن جون ٻنيون سرسبز ۽ هريون ڀريون ٿين ٿيون. گلشن ايمان سرسبز ٿئي ٿو. قلب جگر، دل ۽ دماغ کي فرحت، خوشي ۽ شادماني حاصل ٿئي ٿي. روح ۽ ايمان تازا ٿين ٿا تنهن کي ڇڏي نامراد ڦرو ٿا. يڪدم پڙهو اللهم صل علي سيدنا محمد و علي آل سيدنا محمد و بارڪ وسلم.

## خدا جي ياد ۽ رسول الله ﷺ جن جو ذڪر

صلوات شريف حضور ﷺ جن جو ذڪر آهي. اهو الله جي ذڪر کان جدا نه آهي، بلڪ سؤ فيصد ذڪر الاهي آهي. نبي ڪريم ﷺ جن تي درود پڙهڻ الله پاڪ جو ذڪر ۽ سندس ياد آهي. نه صرف ايترو مگر خود رب پاڪ جو فعل آهي، ڇاڪاڻ ته خود رب پاڪ پنهنجي حبيب ﷺ تي صلوات پڙهي رهيو آهي. جيئن ته قرآن پاڪ جي ٢٢ سيپاري ۾ سورة احزاب ۾ الله پاڪ فرمائي ٿو:

اِنَّ اللّٰهَ وَمَلٰٓئِكَتَهٗ يُصَلُّوْنَ عَلَي النَّبِيِّ ؕ يٰٓاَيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْا صَلُّوْا عَلَيْهِ وَسَلِّمُوْا تَسْلِيْمًا.

ترجمو: بيشڪ الله ۽ سندس ملائڪ پيغمبر تي رحمت موڪليندا آهن اي ايمان وارؤ اوهين به مٿس صلوات پڙهو ۽ پوريءَ طرح سلام ڇئو.

حديث شريف ۾ آيو آهي ته جنهن جي دل ۾ محبت نه آهي، ته ان کي ايمان به نه آهي ۽ محبت پيدا ڪرڻ جو اڪسير نسخو درود شريف ئي آهي. سڀ کان وڏو فائدو درود شريف جو اهو آهي جو حضور پر نور ﷺ جن جي محبت دل ۾ پيدا ٿئي ٿي ۽ اها محبت بجليءَ وانگر بندي کي خدا تائين پهچائي ٿي.

مشائخ، اوليا ۽ بزرگ فرمائين ٿا ۽ هن ناچيز جو به اهو آزمايل نسخو آهي ته اگر مريد کي ڪامل رهبر مرشد نه ملي

سگهي ته درود شريف کثرت سان پڙهي. اهو درود شريف هن جي رهنمائي ڪرڻ ۽ خدا تائين جلد پهچائڻ لاءِ ڪافي آهي.

حضور ﷺ جن فرمايو ته جيڪو شخص مون تي درود موڪلي ٿو، ان تي الله جا ملائڪ رحمت موڪلين ٿا ۽ جنهن تي ملائڪ رحمت موڪلين ٿا ته اُن تي الله پاڪ پاڻ رحمت موڪلي ٿو ۽ ان شخص لاءِ سيئي زمينون ۽ آسمان ۽ سندن هر شيءِ وڻ ٽڻ، جانور پکي، پکڻ پٿر، جبل، بحر ۽ بر سڀ دعا ڪن ٿا.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَليٰ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ عَليٰ آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ ٥

## درود شريف ۽ دعا جي مقبوليت

حضور ﷺ جن اشاد فرمايو آهي ته ڪابه دعا اهڙي نه آهي، جيڪا الله پاڪ ۽ ان دعا جي وچ ۾ پردو نه هجي. مگر جڏهن ڪو امتي مون تي درود شريف موڪلي ٿو ته ان درود جي برڪت سان اهو پردو ڦاٽي پوي ٿو ۽ دعا ان سان گڏ بارگاهه الاهيءَ ۾ داخل ٿي قبوليت جي درجي کي پهچي وڃي ٿي ۽ اگر ڪو شخص پنهنجيءَ دعا سان گڏ درود شريف نٿو پڙهي ته اها دعا واپس موٽي اچي ٿي ۽ قبوليت کي نٿي پهچي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَليٰ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ عَليٰ آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ.

## پنجن شخصن تي جنت عاشق آهي

حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو ته جنت پنجن ماڻهن تي عاشق آهي.

۱. قرآن پاڪ جي تلاوت ڪرڻ وارا ۲. زبان کي فضول ۽ بڇڙين ڳالهين کان روڪڻ وارا ۳. بکين کي کاڌو کارائڻ وارا ۴.

گھاڙن کي ڪپڙو پارائي سندن بدن ڍڪڻ وارا ٥. خدا جي محبوب محمد ﷺ تي گھڻو درود پڙهڻ وارا.

حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه فرمايو ته حضور ﷺ جن تي صلوات سڳوري پڙهڻ گناهن کي اهڙيءَ طرح ختم ڪري ڇڏي ٿي، جهڙي طرح ٿڌو پاڻي ٻرڪندڙ باه کي. (شفا شريف)

درالمختار ۾ اصفهاني رحه روايت ٿو ڪري ته حضور ﷺ جن فرمايو ته اگر ڪو شخص اسان تي هڪ دفعو محبت سان درود شريف پڙهي ۽ الله پاڪ ان کي قبول فرمائي ته ان شخص جا اسي سالن جا گناهه خدا معاف ڪري ڇڏي ٿو. (سبحان الله وبحمده)

دلائل خيرات جيڪو درود شريف جو جامع ڪتاب آهي ان ۾ لکيل آهي ته حضور ﷺ جن فرمايو ته جنهن شخص ڪو ڪتاب لکيو ۽ ان ۾ درود شريف لکي ڇڏيو ته جيستائين انهيءَ ڪتاب ۾ اسان جو نالو رهندو، خدا جا ملائڪ ان ماڻهوءَ تي درود موڪلڻ ۾ مشغول رهندا. ان جي مغفرت ۽ بخشش لاءِ دعائون گهرندا رهندا.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰی سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰی آلِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ

## عبادت جي قبوليت

هر عبادت کي قبول ڪرائڻ جي لاءِ درود شريف کان زياده افضل ڪا شيءِ نه آهي. (روضة الفائق) وارو صاحب فرمائي ٿو ته هڪ عارف شخص نماز ۾ رسول مقبول ﷺ جن تي صلوات پڙهڻ ڀلجي ويو، جڏهن اهو مسجد شريف کان موٽي رهيو هو ته حضور ﷺ جن جي زيارت کان مشرف ٿيو. حضور انور ﷺ جن ڪيس فرمايو ته اڄ تو اسان تي صلوات سڳوري نه پڙهي آهي. عارف جواب ۾ عرض ڪيو ته مون کي ياد نه رهيو. حضور ﷺ جن فرمايو ته ڪوبه شخص اگر الله تعاليٰ جي تعريف ۽ عبادت ڪري

ٿو تہ الله تعاليٰ ان کي اسان تي درود پڙهڻ کان سواءِ قبول نٿو فرمائي ۽ نہ وري اهڙي شخص جي حاجت پوري ڪري ٿو.

## صرف هڪڙو درود شريف

علامہ سخاوي رحہ تواريخ مان نقل ٿو ڪري تہ بني اسرائيل مان هِڪ شخص تمام گُناهگار هو، جڏهن اهو فوت ٿي ويو تہ ماڻهن ان کي ٻاهر اڇلائي ڇڏيو. الله تعاليٰ حضرت موسيٰ ڪليم الله کي وحي موڪليو تہ ان شخص کي غسل ڏيئي خود نماز جنازه پڙهي، ڇو جو الله تعاليٰ ان کي معاف ڪري ڇڏيو آهي. حضرت موسيٰ عليه السلام عرض ڪيو تہ يا الله هن کي ڪهڙيءَ طرح معافي مِلي آهي. الله جل جلاله فرمايو تہ هن شخص هڪ رات توريت ۾ منهنجي آخري نبي محمد ﷺ جو نالو ڏٺو تہ ان جي تعظيم ۾ انهن تي درود شريف پڙهيائين، مون ان درود شريف جي سبب انهيءَ سخت گناهگار شخص کي فوراً معاف ڪري ڇڏيو. اگر سندن امت جو هر شخص هر روز هڪڙو درود بہ پڙهي تہ الله تعاليٰ ڪيس ڪيڏو نہ اجر بخشي ۽ ثواب عطا فرمائي.

## ابو سليمان رضہ جو فلسفو

حضرت ابو سليمان رضہ فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن ڪو شخص گهري تہ ان جون حاجتون پوريون ٿين تہ دعا ۾ زياده کان زياده حضور ﷺ جن تي درود شريف پڙهي، دعا گهرڻ کان پهريون بہ پڙهي ۽ دعا کان پوءِ بہ پڙهي تہ الله تعاليٰ درود شريف کي فوراً قبول فرمائي ٿو. جڏهن دعا جي اول ۽ آخر ۾ درود شريف آهي تہ جڏهن اول ۽ آخر کي قبول فرمائيندا تہ وچ ۾ جيڪا دعا آهي سا ضرور قبول فرمائي ويندي، اهڙيءَ طرح ڪم بنجي ويندو.

# چنڊ ۽ سج ۽ درود شريف

هي واقعو هڪ اهڙي حقيقت آهي، جنهن کي اکين ڏٺو ۽ دل ۽ دماغ ان کي سمجهيو، بس ڪجهه چوڻ ۽ ٻڌڻ جي همت نه رهي. فناءِ قلبيءَ تي پهچڻ واري بزرگ (نالو ظاهر ڪرڻ جو حق نه آهي) هڪ ڏينهن سومهڻي نماز کان پوءِ پنهنجي مرشد رهبر ڪامل جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ جو ارادو ڪيو ۽ سندس خدمت ۾ وڃي حاضر ٿيو. جڏهن ان جي نظر مرشد ڪامل تي پيئي ته دانهن ڪري الله اڪبر جو نعرو هنيائين ۽ بي هوش ٿي ڪري پيو. آخر ٻن ڪلاڪن کان پوءِ جڏهن ڪيس هوش آيو ته ڪائنس پڇيو ويو ته ميان خبر ڀڄاءِ توکي ڇا ٿي ويو، تو ڇا ڏٺو جنهن تنهنجا حواس گم ڪري ڇڏيا. آخر حقيقت ڇا آهي؟ ته ان شخص چيو ته مان ڇا عرض ڪريان. مون ڏٺو ته سوين سج ۽ چنڊ رسول الله ﷺ جن جي قبر انور مان نڪري منهنجي مرشد ڪامل جي دل ۾ داخل ٿي رهيا آهن، انهن جي روشني اهڙي ته تيز ۽ تجليءَ واري هئي جو مان برداشت نه ڪري سگهيس ۽ بي اختيار ٿي الله اڪبر جو نعرو هڻي بي هوش ٿي ويس. پوءِ ڪنهن بزرگ مرشد ڪامل کان پڇيو، اها ڇا حقيقت هئي جو توهان جي هن مريد کي اهي سج ۽ چنڊ نظر آيا ۽ اهي ڪٿان آيا. ان بزرگ مرشد ڪامل فرمايو ته ان وقت آءٌ رسول اڪرم ﷺ جن تي صلوات شريف پڙهي رهيو هوس ۽ هيءُ اسان جو مريد ذڪر قلبي ۽ ذڪر جليءَ سان پنهنجي دل کي ڏوئي آئيني وانگر صاف ڪري چڪو آهي، لهذا اسان جي دل جو عڪس هن جي دل ۾ روشن ڏسڻ ۾ آيو. اهي سڀ درود شريف جون برڪتون آهن. حاصل مطلب ته اهو درود شريف ئي هن کي چنڊ ۽ سج جي صورت ۾ نظر آيو، حالانڪ چنڊ ۽ سج ٻه ڇا آهن. درود شريف ته هنن کان لک درجا افضل آهي. ڇو جو اهو فعل ربي آهي، الله تعاليٰ خود ان جو عامل آهي. سبحان الله تعاليٰ!

## مشرق ۽ مغرب وارا ملائڪ

دلائل خيرات ۾ هڪ لاجواب حقيقت بيان ڪيل آهي ته حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو ته جنهن شخص اسان جي تعظيم جي سبب اسان تي درود شريف پڙهيو ته الله تعاليٰ انهيءَ جي سبب هڪ ملائڪ پيدا فرمائي ٿو. جنهن جو هڪڙو پر مشرق ۾، ٻيو مغرب ۾، پير ستن زمين جي اندر، مٿو عرش تي هجي ٿو. پوءِ الله تعاليٰ ان ملائڪ کي حڪم ڪري ٿو ته اي ملائڪ صلوات پڙهه ان شخص تي، جنهن منهنجي نبيءَ ﷺ جي تعظيم جي لاءِ صلوات پڙهي. پوءِ اهو ملائڪ قيامت تائين اُن شخص تي درود شريف پڙهندو رهندو. سبحان الله!

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ.

## فتح ۽ مدد

شيخ المشائخ علامه شبلي رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته اسان جي پاڙي ۾ هڪ شخص فوت ٿي ويو، مون ان کي خواب ۾ ڏٺو ۽ پڇيو مانس ته ڇا ٿيو. ان شخص جواب ڏنو ته قبر مان منڪر ۽ نڪير کي صحيح جواب نه ڏيئي سگهيس. بلڪل گهبرائي ويس، هو مون تي سخت ڪاوڙ. سخت عذاب ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. ان وقت هڪ خوبصورت، حسين ۽ جميل شخص قبر ۾ آيو، جنهن مان اعليٰ قسم جي خوشبوءِ اچي رهي هئي. منهنجي طرفان ملائڪن کي سوالن جا جواب ڏنائين ۽ مان بچي ويس. مون ان کي عرض ڪيو ته توهين ڪير آهيو، جو هن مصيبت جي سخت وقت ۾ مون کي ڪم آيا. ان شخص جواب ڏنو ته مان تنهنجي گهڻي قدر درود شريف پڙهڻ مان پيدا ٿيل موڪليل آهيان. مون کي حڪم آهي ته

هر مصيبت ۾ تنهنجي مدد ڪريان. سبحان الله! درود شريف ڪهڙي نه عجيب نعمت آهي.

## سرور ڪونين ﷺ

حضور ﷺ جن ارشاد فرمايو ته جڏهن ڪنهن شخص تي ڪا مصيبت اچي ۽ ڪا حاجت ٿئي ته ان کي گهرجي ته ڪثرت سان اسان تي درود شريف پڙهي. ڇو جو گهڻو درود شريف پڙهڻ رنج ۽ غم کي دور ڪري ٿو ۽ رزق زياده ڪري ٿو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰى آلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ.

## چار سؤ حج

(خزانو ـ خزانو ـ خزانو)

حضور سرور ڪونين ﷺ جن هڪ دفعي حج ۽ جهاد جي بيان ۾ انهن جا فضائل بيان فرمايا. پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو ته جيڪو شخص حج ڪري جهاد تي وڃي ٿو انکي چئن سون حجن جو ثواب ملي ٿو. اهو ٻڌي ماڻهو جن ۾ جهاد تي وڃڻ جي طاقت نه هئي، سي مايوس ۽ دل شڪسته ٿيڻ لڳا. حضور ﷺ جن فرمايو ته جيڪو شخص اسان تي ڪثرت سان درود شريف پڙهندو ته انکي چار سؤ دفعا جهاد ڪرڻ جو ثواب الله تعاليٰ عطا فرمائي ٿو. (حسن بريلوي)

حضرت انس رضي الله عنه فرمائين ٿا ته ٻه مسلمان جڏهن هڪ ٻئي سان ملن ٿا ۽ هٿ ملائڻ وقت درود شريف پڙهن ٿا ته انهن جدا ڪرڻ کان پهرين الله تعاليٰ انهن جا گناهه معاف فرمائي ڇڏي ٿو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَليٰ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَليٰ آلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ.

## غيبي امداد

مواهب لدنيه ۾ تفسير قشيريءَ مان نقل ڪيل آهي ته قيامت ۾ ڪنهن مؤمن جون نيڪيون ڪجهه گهٽ ٿي پونديون، ته حضور ﷺ جن آگر جي بل جيترو هڪ ڪاغذ جو پرزو ڪڍي انهن نيڪين واري طرف رکندا ته اهو پاسو ڳرو ٿي ويندو. مؤمن چوندو ته منهنجا ماءُ پيءُ اوهان تان قربان، اوهان جي سيرت ۽ صورت ڪهڙي ڀليون آهن. توهين ڪير آهيو. پاڻ سڳورا ﷺ جن فرمائيندا ته مان تنهنجو محمد ﷺ آهيان ۽ هيءُ جو ننڍڙو ڪاغذ جو پرزو مان تنهنجين نيڪين واري پاسي رکيو، سو تو جيڪو درود شريف اسان تي پڙهيو هو، اهو آهي. جنهن تنهنجي انهيءَ حاجت جي وقت مدد ڪئي آهي. (سبحان الله)

## آسان صدقو

حديث شريف ۾ آيو آهي ته ڪا شيءِ خدا تعاليٰ جي ڪاوڙ کي ٺڏو نٿي ڪري سگهي، سواءِ صدقي جي، ليڪن اگر صدقي ڏيڻ جي ڪنهن ۾ طاقت نه هجي ته پوءِ ڇا ڪري؟ حضرت ابو سعيد خدري رضي الله عنه، رسول اڪرم ﷺ جن کان نقل فرمايو آهي ته پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو ته جيڪڏهن ڪنهن شخص کي صدقي ڏيڻ جي طاقت نه هجي ته اهو پنهنجيءَ دعا ۾ درود شريف پڙهي. اهو درود شريف هي آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ عَلٰي مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ وَصَلِّ عَلَى الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ وَالْمُسْلِمِيْنَ وَالْمُسْلِمَاتِ.

هيءُ آسان ۽ بي بها نسخو آهي، جنهن سان ٻئي ڪم بنجي وڃن ٿا. صدقي جو صدقو ۽ درود جو درود شريف. اهو اُنهن لاءِ آهي جن کي صدقي جي پهچ نہ آهي.

## هڪ دوا

هڪ بزرگ خواب ۾ هڪڙي ڪاري ۽ بڇڙي بلا ڏٺي، پڇيائون ڪهڙي بلا آهين. اُن جواب ڏنو تہ آئون تنهنجا ئي برا اعمال آهيان. اُنهن پڇيو تہ توکان ڪهڙيءَ طرح ڇوٽڪارو حاصل ڪجي. اُن جواب ڏنو تہ نبيءَ آخرالزمان ﷺ تي ڪثرت سان درود پڙهہ، درود هر مؤمن لاءِ دوا آهي.

## غريب مان امير

شرح احياءِ العلوم دين ۾ روايت آهي تہ حضور ﷺ جن تي ڪثرت سان درود شريف پڙهڻ سان فاقہ ڪشي، غربت ۽ مفلسي دور ٿي وڃي ٿي. واقعي اگر ڪو شخص عشاءَ جي نماز ڪان پوءِ ٽي سؤ تيرهن دفعا بسم الله سان درود شريف پڙهي تہ انشاء الله تعاليٰ جلد امير ٿي ويندو.

حديث شريف ۾ آيو آهي تہ جيڪو شخص حضور ﷺ جن تي درود شريف پڙهي ٿو تہ رسول ﷺ جن پاڻ ان جي ڪاروبار ۾ متولي يا وڪيل ٿين ٿا. حشر ۾ حساب ۽ اعمالن جي تور وقت، عملن جي ميزان ۾، پل صراط تي هلڻ مهل ۽ ان ڪان علاوه ٻيا سڀ گناهہ بخشائي اُن شخص کي جنت ۾ داخل ڪرائيندا. انشاء الله تعاليٰ. (ترتيب الصلوات ص ٣٣)

ازل ڪان آهيان احمد ﷺ جو غلام، آهي آقا انبيائن جو امام.

(عبدالقادر صاحب مصنف اردو ڪتاب، تَنهنجو نقل فقير محمد اسماعيل (ترميم سان) خاطيءَ ڪيو)

## مصيبت ۾ مدد

"حصن حصين" ديني علم ۽ فقه جي مشهور ڪتاب جو مصنف فرمائي ٿو تہ درود شريف جا مٺا ۽ لذيذ ميوا بي حساب آهن. ڪوبہ شخص ڪنهن حالت ۾ ڳڻي نٿو سگهي. خاص ڪري تنگي ۽ مشڪل، غم ۽ فڪر جي دور ڪرڻ ۽ حاجت روائي ۾ ڪيئي ڀيرا آزمايو ويو آهي. ايتري قدر جو هلاڪت ۽ موت جي جاء ۾ ڦاسي وڃڻ جي وقت ۾ بہ انهيءَ درود شريف جي برڪت سان الله پاڪ مون کي بچائي ورتو.

حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي فرمائي ٿو تہ دنيا ۽ آخرت ۾ تڪليف کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ دورد شريف کان وڌيڪ ٻي ڪا نعمت ڪونهي.

## درود شريف جي اصلي حقيقت

اَفۡضَلُ الذِّكۡرِ لَآاِلٰهَ اِلَّااللهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوۡلُ اللهِ صَلَّي اللهُ عَلَيۡهِ وَسَلَّمۡ.

چيو ويو آهي تہ اهو افضل ۽ اعليٰ ان لاءِ آهي جو انهيءَ ڪلمي شريف ۾ الله ۽ محمد ﷺ ٻئي نالا گڏ اچي ويا. مگر غور سان ڏسون تہ ان ۾ ڪهڙو راز آهي. هڪ ڪي التجا ڪئي ويئي آهي تہ ٻئي جي لاءِ دعا گهري ويئي آهي. يعني ٻنهي سان پاڻهو خود روبرو مخاطب آهي. الله کي عرض ڪيو ويو آهي تہ محمد ﷺ ۽ سندن اولاد مٿي سلامتي موڪل. اهي لفظ الله پاڪ بہ فرمائي رهيو آهي. اسين تہ صرف الله تعاليٰ جي ها ۾ ها ملائڻ وارا آهيون. ايڏي وڏي خالق ۽ مالڪ ۽ اهڙي پاڪ اعليٰ بي نياز رب جي ها ۾ ها ملائڻ ڪيڏو وڏو ڀلارو ۽ سعادت وارو فعل آهي. انهيءَ ۾ اسين رب پاڪ سان بہ ڳالهائي رهيا آهيون ۽ رسول الله ﷺ سان بہ. انهيءَ لاءِ جو جيڪڏهن لا اله الا الله محمد رسول الله

اول ذکر ۽ افضل ذکر آهي تہ

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ بَارِكْ وَسَلِّمْ.

اعليٰ کان اعليٰ دعا آهي. هو افضل الذکر ۽ هيءُ افضل دعا. هن دعا گهرڻ مان خدا بہ خوش ۽ رسول ﷺ بہ خوش. سڀيئي روح بہ خوش، غرض تہ زمين کان وٺي آسمان تائين ساري مخلوق ۽ سندن خالق بہ خوش. پوءِ رحمت جي بارش ان شخص تي ڇو نہ وسندي رهي؟ سبحان الله! اهو آهي افضل ذکر ۽ افضل دعا جو فلسفو جيڪو سڀني فلسفن کان افضل ۽ اعليٰ آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّي عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ آلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ.

## هڪڙي حرف جي بدلي ۾ جنت

حضرت عبيدالله بن قذار رحمة الله عليه بيان ٿو ڪري تہ هڪ ڪاتب شخص منهنجو پاڙيسري هو. سو هڪ ڏينهن وفات ڪري ويو. مون ان کي خواب ۾ ڏٺو ۽ پڇيو مانس، اي دوست ٻڌاءِ تہ الله پاڪ توسان ڪهڙو معاملو ڪيو؟ چيائين تہ الله پاڪ مون کي بخشي ڇڏيو ۽ اهڙا تہ انعام ۽ اڪرام مون کي بخشيا اٿس جو نہ ڪنهن اک ڏٺا ۽ نہ ڪنهن ڪن ٻڌا، نہ ڪنهن جي دماغ جي سوچ ۾ آيا هوندا. مون ڪانئس پڇيو تہ تو ڪهڙو عمل ڪيو جيڪو قبول پيو ۽ جنهنجي بدلي ۾ تون بخشيو وئين؟ ڪاتب جواب ڏنو تہ توکي خبر آهي تہ منهنجو ڪم ڪتابت جو هو، سو ڪتاب لکڻ مهل جتي حضور اڪرم ﷺ جن جو نالو مبارڪ ايندو هو تہ اتي ان سان گڏ ﷺ ضرور لکندو هوس. انهيءَ درود شريف

جي بدلي ۾ مون کي رب پاڪ بخشي ڇڏيو ۽ ايڏا وڏا انعام به عطا ڪيائين. سبحان الله!

## جمعي جي ڏينهن ۾ درود جي فضيلت

١. رسول اڪرم ﷺ جن فرمايو ته جنهن شخص جمعي جي ڏينهن اسان تي درود شريف پڙهيو. اهو قيامت جي ڏينهن ان حال ۾ ايندو جو ان سان گڏ هڪ عظيم الشان نور هوندو. اهو نور جيڪڏهن ساري مخلوق ۾ ورهايو وڃي ته سڀني لاءِ ڪافي ٿئي. (ڪنزالعمال)

٢. بلوغ المسرات ۾ حافظ ابن قيم رضي الله عنه نقل فرمايو آهي ته جمعي جي ڏينهن درود شريف جي فضيلت انهيءَ لاءِ آهي جو جمعي جو ڏينهن سڀني ڏينهن جو سردار آهي ۽ رسول اڪرم ﷺ جن ڪل مخلوق جا سردار آهن. ان ڏينهن ۾ درود شريف پڙهڻ ۾ هڪ خاص ربط آهي، جيڪو ٻين ڏينهن ۾ ڪونهي. ٻين بزرگن فرمايو آهي ته حضور ﷺ جن جمعي جي رات پنهنجي والد جي پشت مان والده صاحبه جي شڪم ۾ تشريف آور ٿيا هئا. (ف ـ درويش)

٣. حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو ته جيڪو شخص جمعي جي ڏينهن اسان تي هڪ سؤ دفعا درود شريف پڙهندو ته ان جا هڪ سؤ سالن جا گناهه فوراً معاف ڪيا ويندا. (الديلمي ـ آبزرور)

٤. حضرت ابو هريره رضي الله عنه کان روايت آهي ته جمعرات جو رب پاڪ آسمان تان ملائڪ نازل فرمائي ٿو. انهن وٽ سون جا قلم ۽ چانديءَ جا ڪاغذ هوندا آهن. سو جمعرات ۽ جمعي ۾ جيڪو شخص حضور ﷺ جن تي درود پڙهندو هوندو. ان جو نالو لکي وٺن ٿا. (ڪنز العمال)

# اسم محمد ﷺ هڪ بي مثال راز آهي

حضرت مولانا قبلہ فيض الحسن صاحب رحہ سهارنپوريءَ جي نانيءَ پنهنجي مرشد سان اچي ڳالهہ ڪئي تہ جنهن جاءِ ۾ مولانا فيض الحسن صاحب جن وفات فرمائي هئي، ان جاءِ مان هڪ مهيني تائين زبردست خوشبوءِ عطر ڪان بہ وڌيڪ ايندي رهندي هئي. اها حقيقت مولانا محمد قاسم صاحب رحہ سان بہ بيان ڪئي ويئي تہ حضرت هيءَ ڇا ڳالهہ آهي؟ مولانا صاحب فرمايو تہ اهو درود شريف جي سبب ڪان آهي. جڏهن سندن قريبي ماڻهن ڪان پڇيو ويو تہ معلوم ٿيو تہ انهيءَ جاءِ ۾ حضرت مولانا فيض الحسن صاحب رحہ هر جمعي جي رات جو ساري رات جاڳي صلواة سڳوري پڙهندا هئا.

اَللّٰهُمَّ صَلِّي عَليٰ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ آلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ.

## ملائڪنٰ سان گڏ نماز

حضرت ابوذر رحہ هڪ شخص کي خواب ۾ ڏٺو جو اهو شخص آسمان تي ملائڪن سان گڏ نماز پڙهي رهيو هو. حضرت ابوذر ان کان پڇيو تہ توکي هيءُ مرتبو ڪيئن حاصل ٿيو؟ ان شخص جواب ڏنو تہ مان جڏهن بہ ڪا حديث شريف لکندو هوس ۽ حضور ﷺ جو نالو مبارڪ جتي ايندو هو تہ يڪدم اتي درود شريف لکي ڇڏيندو هوس، انهيءَ لاءِ رب پاڪ مونکي اهو مرتبو عطا فرمايو آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّي عَليٰ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ عَليٰ آلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ.

حضور ﷺ جن ارشاد فرمايو تہ جمعي جي ڏينهن اسان تي ڪثرت سان درود پڙهو. انهيءَ لاءِ جو منهنجي امت جو درود شريف هر جمعي جي ڏينهن منهنجي سامهون پيش ڪيو ويجي ٿو. ان لاءِ جيڪو مون تي زياده درود پڙهندو هوندو تہ اهو مون ڪي زياده ويجهو هوندو. (امام بيهقي رحہ)

حضرت انس رضہ کان نقل آهي تہ حضور ﷺ جن فرمايو تہ جمعي جي رات ۽ جمعي جي ڏينهن مون تي گهڻو درود پڙهو. ان لاءِ جو اگر ڪو شخص اسان تي هڪ ڀيرو درود شريف پڙهي ٿو تہ الله پاڪ ان تي ڏهہ رحمتون نازل فرمائي ٿو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰى آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ.

آرزو ہے کہ عبدل کا جنازہ آقا کے در سے نکلے
باب رحمت سے آکر باب جبرئیل سے بارات نکلے

(عبدالقادر اصل مصنف ڪتاب)

ڪتاب "حصن حصين" جو مصنف بيان ٿو فرمائي تہ درود شريف جا فائدا بيشمار آهن، جن کي هڪ جاءِ تي گڏ ڪرڻ بلڪل نا ممڪن آهي. مختصر هيءُ تہ قيامت ۾ تنگين ۽ پريشانين کان فقط درود شريف جي برڪت سان ئي ڇوٽڪارو. حاصل ٿيندو، دنيا ۾ بہ ۽ دين ۾ بہ، ان ڳالهہ جو بار بار تجربو ڪيو ويو آهي. جڏهن بہ ڪا سخت ڪان سخت مشڪل ۽ پريشاني اچي ويجي ٿي تہ اها درود شريف جي برڪت سان ئي دفع ٿئي ٿي. بزرگان دين تاڪيد ڪن ٿا تہ گهٽ ۾ گهٽ روزانو هڪ سؤ ڀيرا صلوات سڳوري پڙهڻ گهرجي. ان سان قلب ۾ نور روشن ٿئي ٿو. بهتر تہ اهو آهي جو روزانو ٣١٣ ڀيرا صلوات شريف جو ورد هميشه لاءِ عادت بنائي وجي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ۔

## علامہ شهاب خفاجي رحہ جو فلسفو

حضرت علامہ خفاجي رحہ شرح شريف ۾ فرمايو آهي تہ اگر زياده گهٽي صلواة سڳوري پڙهي نہ سگهجي تہ گهٽ ۾ گهٽ ٣١٣ ڀيرا روزانو ضرور پڙهي، اهو هميشہ جو پڙهڻ ڪثرت سمجهيو ويندو.

"مزرع الحسنات" ۾ آهي تہ الله پاڪ ٣١٣ جي عددن ۾ هڪ خاص تاثير رکيو آهي، جتي بہ اهو عدد ملي ٿو تہ ان ۾ ڀلائي نظر اچي ٿي، الله پاڪ هڪ لک چوويهہ هزار پيغمبرن مان ٣١٣ کي رسول بنايو. جنگ بدر ۾ اصحاب ڪرام رضہ جو تعداد بہ ٣١٣ هو، جن هڪ هزار کان زياده ڪافرن کي ماري ڀڄايو. حضرت طالوت جو لشڪر جنهن جالوت جي لشڪر کي شڪست ڏني، تنهن جو تعداد ٣١٣ هو، ان لاءِ اهو عدد هڪ خاص اثر رکي ٿو. والله اعلم.

## زياده کان زياده فائدو

بزرگن جو قول آهي تہ درود شريف سڀني کان وڏيڪ شفاعت جو وسيلو آهي، ان نبي ڪريم ﷺ تي، جنهن تي خود خدا ۽ سندس ملائڪ درود پڙهندا رهن ٿا. الله پاڪ ان صلواة شريف کي دنيا ۽ آخرت ۾ پنهنجي قربت سان خاص فرمايو آهي.

درود شريف هڪ زبردست نور آهي ۽ اهڙو واپار آهي جنهن ۾ گهاٽو اصل نہ آهي.

علامہ سخاوي رحہ فرمائي ٿو تہ صلواة شريف پڙهڻ سان انسان جا اعمال صاف ٿي وڃن ٿا. هي اهو نور آهي جنهن جو ڪو

مقابلو نٿو ڪري سگهي، اميدون انهيءَ جي برڪت سان پوريون ٿين ٿيون. دل پر نور ٿي وڃي ٿي. الله پاڪ جي رضا ۽ خوشنودي حاصل ٿئي ٿي ۽ قيامت ۾ سختيءَ کان پناهه ۾ رهندو ۽ گناهگارن جو ٻيڙو پار ڪرڻ واري شيءِ اهائي صلواة شريف آهي. هي سڀني عملن کان وڌيڪ اجر ۽ ثواب ڏيارڻ وارو عمل آهي. آمين.

## حضور ﷺ جن جو پنهنجي اُمتيءَ کي چُمي ڏيڻ

حضرت شيخ ابن حجر مڪي رحه جي روايت آهي ته هڪ شخص رات جو سمهڻ مهل حضور ﷺ جن تي درود شريف پڙهندو هو. تنهن هڪ رات خواب ۾ ڏٺو ته حضور ﷺ جن تشريف فرما ٿيا آهن ۽ سندس سارو گهر روشن ۽ منور ٿي ويو. حضور ﷺ جن ڪيس فرمايو ته اهو منهن هيڏانهن ڪر جنهن سان تون اسان تي درود شريف پڙهندو آهين ته مان اُن منهن تي چمي ڏيان. ان شخص شرمائيندي پنهنجو ڳل پيش ڪيو. ان ڪانپوءِ هن کي ننڊ مان سجاڳي ٿي ويئي، ڇا ڏسي ته سارو گهر مشڪ ۽ عنبر کان وڌيڪ خوشبوءِ سان مهڪي رهيو آهي. وڏو فائدو صلوات سڳوريءَ ۾ اهو آهي جو خود پيغمبر پاڪ ﷺ جن جي زيارت نصيب ٿئي ٿي. خاص ڪري جيڪو هن ڪتاب جا درود شريف پڙهندو ته تنهن کي جلد ڪاميابي حاصل ٿيندي. انشاء الله تعاليٰ.

## عمل آسان مگر اجر عظيم

حضرت رفيع رضہ، حضور اڪرم ﷺ جن جو هي قول نقل فرمائين ٿا ته حضور ﷺ جن فرمايو ته جيڪو شخص هيءُ درود شريف پڙهي ته ان ماڻهوءَ لاءِ منهنجي شفاعت واجب ٿي وڃي ٿي. اهو درود شريف هيءُ آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ وَّاَنْزِلْهُ الْمَقْعَدَ الْمُقَرَّبَ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ.

يعني اي الله! محمد ﷺ تي درود موڪل ۽ اُنهن کي قيامت جي ڏينهن اعليٰ درجي تي فائز ڪر جيڪو تو وٽ نهايت مقرب مٿاڇهون هجي.

## بي مثال محبت

ابن مسعود رضه نقل فرمايو آهي ته حضور ﷺ جن ارشاد فرمايو:

اَوْلَى النَّاسِ فِيْ يَوْمِ الْقِيَامَةِ اَكْثَرُهُمْ عَلَيَّ صَلَاةً

يعني قيامت جي ڏينهن سڀني کان ويجهو اسان کي اهي شخص هوندا، جن ڪثرت سان درود شريف پڙهيو هوندو. ان کان زياده ٻي ڪهڙي نعمت گهرجي جو حضور ﷺ جن جو سايو نصيب ٿئي ۽ نبي ڪريم ﷺ سان اسين گڏ هجون، پوءِ ڪهڙو خوف، ڪهڙو خطرو! اها محبت بي مثال محبت هوندي ۽ بي مثال نعمت.

## امام رازيءَ جو فلسفو

حضرت امام فخرالدين رازي رحمت الله عليه فرمائي ٿو ته استغفار ۽ درود ۾ ٻنهي مان بهتر اهو آهي ته توهان صرف درود پڙهو ۽ استغفار جو ڪم حضور ﷺ تي ڇڏي ڏيو، ڇو جو درود شريف ته سراسر فعل الاهي آهي، اُن جي منظور نه منظور جو ڪو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي، مگر استغفار دعا ۾ هڪ درخواست آهي ان جي ڪا گارنٽي نه آهي. قبول ٿئي، يا نه به ٿئي، اگر دعا ۾ اخلاص وغيره شامل نه آهي ته ان جي قبول نه ٿيڻ جو انديشو آهي. انهيءَ لاءِ استغفار جو يقين نٿو ڪري سگهجي. مگر درود شريف جي مقبوليت ۾ ڪنهن شڪ ۽ شبهي جي ڪا به گنجائش نه آهي. ان

لاءِ اها واٽ اطمينان بخش ۽ پر امن واٽ آهي ته اسين زياده کان زياده درود شريف جو ورد جاري رکون ۽ استغفار يا بخشش جو ڪم حضور ﷺ جن تي ڇڏي ڏيون. آهي هميشه پنهنجي امت جي لاءِ استغفار ڪندا رهن ٿا ۽ حضور ﷺ جن جي دعا يا استغفار هر حال ۾ قبول ٿي قبول آهي. هيڏانهن اسان جو درود قبول، هوڏانهن حضور ﷺ جن جي استغفار قبول. ٻنهي پاسن ڪاميابي ئي ڪاميابي آهي.

## عشق ۽ عبادت

عشق ۽ عبادت ۾ ايترو فرق آهي جيترو زمين ۽ آسمان ۾. عبادت ۾ سجدو لازم آهي ۽ عشق ۾ درود شريف. عبادت ۾ جنت ملي ٿي ۽ عشق ۾ الله جو جمال. مگر جنت الله تعاليٰ جي جمال کانسواءِ بي معني، بي رنگ ۽ بي مزي آهي. تحقيق عبادت ڪري جنت حاصل ڪرڻ ۾ مزو آهي، مگر درود شريف پڙهي جمال الاهي حاصل ڪرڻ ۾ وڏيڪ لطف ۽ مزو آهي.

## مجلس جي مغفرت

صوفين ڪرامن مان هڪ بزرگ نقل ٿو ڪري ته هڪ شخص جنهن جو نالو مسطح هو، سو ساري عمر گناهن ۾ غرق رهيو. مرڻ کان پوءِ ڏٺو ويو ته خوب مزي ۽ شان سان هو. مون کانئس پڇيو ته اهو انعام توکي ڪيئن حاصل ٿيو جو الله تعاليٰ فوراً مغفرت فرمائي ۽ وڏا انعام ۽ اڪرام عطا ڪيائين. مون کانئس پڇيو ته ٻڌاءِ ته ڪهڙي عمل جي بدلي ۾ توکي اها سعادت نصيب ٿي. چيائين ته مان هڪڙي حديث شريف لکڻ واري استاد وٽ ويٺو هوس، جڏهن استاد حديث شريف لکڻ وقت درود شريف پڙهيو ٿي ته مون به زور سان درود شريف پڙهيو ٿي. منهنجو اهو آواز ٻڌي ساري مجلس وارن درود ٿي پڙهيو. بس انهيءَ جي ڪري الله تعاليٰ مون کي ۽ ساري مجلس کي بخشي ڇڏيو آهي.

## تاج ۽ رحمت

حضرت ابوالعباس احمد بن منصور رضي الله عنه جو جڏهن انتقال ٿي ويو ته شيراز وارن مان هڪ بزرگ انهن کي خواب ۾ ڏٺو ته ابوالعباس احمد شيراز جي جامع مسجد ۾ ويٺا آهن، مگر محراب جي اندر ويٺا آهن. سندن بدن تي نهايت قيمتي لباس آهي، مٿي تي هڪ چمڪدار تاج آهي، جو موتين ۽ جواهرن سان جڙيل پيو آهي. خواب ڏسڻ واري بزرگ حيرت مان پڇيو ته يا حضرت هيءُ ڪهڙو اعزاز آهي، جنهن مون کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو آهي. حضرت ابوالعباس احمد فرمايو ته الله تبارڪ وتعاليٰ منهنجي مغفرت فرمائي ۽ مون تي وڏ ڪرم ڪيا اٿس ۽ مون کي هيءُ وڳو ۽ تاج عطا فرمايو اٿس، اهو سڀ نبي ڪريم ﷺ جن تي درود ڪثرت سان پڙهڻ جي سبب انعام ۾ مليو آهي.

## بي نظير درود شريف

حضرت ابن عباس رضي الله عنه فرمائين ٿا ته حضور ﷺ جن فرمايو ته جيڪو شخص هيءُ دعا ڪري (جَزَي اللهُ مُحَمَّدًا امَا هُوَ اَهلُهٗ) يعني الله تعاليٰ اسان جي طرفان محمد ﷺ ۽ سندن اهل پاڪ کي جزا ڏي جنهن جا اهي مسحق آهن. ته اُن جو ثواب ستر ملائڪن کي محنت ۾ وجهندو. يعني الله پاڪ جا ستر ملائڪ هڪ هزار ڏينهن تائين ان شخص جي لاءِ دعا گهرندا رهندا. (سبحان الله)

## درود شريف دعا به آهي ۽ دوا به آهي

هڪ علامه بزرگ جنهن جو نالو حضرت ابن المشتهر جي نالي سان مشهور آهي. سو فرمائي ٿو ته جيڪو شخص چاهيندو هجي ته الله تعاليٰ جي اهڙي حمد ۽ تعريف ڪريان، جا سڀ کان زياده افضل هجي ۽ اها تائين ڪنهن به مخلوق اهڙي حمد نه ڪئي

هجي. جا اولين ۽ آخرين مقرب ملائڪن، آسمان ۽ زمين وارن سڀني ڪان افضل هجي ۽ خاص الخاص اهڙو درود شريف جو سڀني ڪان افضل ترين هجي ته هي درود شريف پڙهي.

اَللّٰهُمَّ لَكَ الْحَمْدُ كَمَآ اَنْتَ اَهْلُهٗ فَصَلِّ عَلٰى مُحَمَّدٍ كَمَا اَنْتَ اَهْلُهٗ وَ افْعَلْ بِنَا مَا اَنْتَ اَهْلُهٗ فَاِنَّكَ اَهْلُ التَّقْوٰى وَ اَهْلُ الْمَغْفِرَةِ.

يعني اي الله! سڀ حمد ۽ تعريف تنهنجي لاءِ آهي، جيڪا تنهنجي شان جي مطابق آهي. مان محمد ﷺ تي درود موڪليان ٿو اهو جيڪو تنهنجي شان جي مناسب آهي. اي الله! تون مون سان به اهو ورتاءُ ڪر، جيڪو تنهنجي شان جي مطابق ۽ تنهنجي شايان شان هجي، بيشڪ تون ئي ان جو مستحق آهين، جو توڪان ڊڄڻ گهرجي ۽ تون ئي مغفرت ڪرڻ وارو آهين.

هيءُ درود به آهي، دوا به آهي ۽ دعا به آهي. الله تعاليٰ اسان سڀني کي توفيق عطا فرمائي، جيئن اسين هن درود کي بار بار پڙهون ۽ ٻين کي به سيکاريون. آمين

## ٽي ماڻهو

علامه سخاوي رحه هڪ حديث شريف حضور ﷺ جن ڪان نقل ٿو ڪري ته ٽي ماڻهو قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ جي عرش عظيم جي ڇانوَ هيٺ هوندا، ان ڇانوَ کان سواءِ ڪو به ڇانو نه هوندو. هڪ اهو شخص جيڪو ڪنهن مصيبت زده جي مصيبت کي هٽائي ٿو. ٻيو اهو شخص جيڪو منهنجي سنت کي وري زنده ڪري ٿو. ٽيون اهو جيڪو مون ۽ منهنجي آل تي ڪثرت سان درود شريف پڙهي ٿو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ وَصَلِّ عَلَي الْمُؤْمِنِيْنَ وَالْمُؤْمِنَاتِ وَالْمُسْلِمِيْنَ وَالْمُسْلِمَاتِ.

## جنت جو پروانو

حضرت خالد ابن ڪثير رحہ جي وفات جو وقت جڏهن ويجهو آيو، تڏهن مٿن سندس سيرانديءَ ڏانهن هڪ پرچو پيل ڏٺو، جنهن تي هي مضمون لکيل هو: ”برائة من النار لخالد ابن ڪثير“ يعني خالد ابن ڪثير کي دوزخ کان نجات آهي. انهيءَ پرچي کي ڏسي ماڻهن گڏ تي سندن گهر وارن کان پڇيو تہ ڪهڙو سبب آهي. سيئي حيران ۽ بي قرار هئا تہ ڏسون تہ ڪهڙي سبب اهو پرچو کين مليو آهي. گهر وارن کان معلوم ٿيو تہ حضرت خالد جو عمل هوندو هو جو هر جمعي تي ڏهہ هزار ڀيرا حضور ﷺ جن تي درود شريف پڙهندو هو ۽ ان کان سواءِ سندن اهو معمول هوندو هو جو روزانو رات جو نهايت ادب سان ڏهہ ڀيرا هيءُ درود شريف هميشه پڙهندا هئا.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَاٰلِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ ط

سبحان الله! هن درود شريف جي محبت ۽ ادب سان پڙهڻ جو انعام کين هن دنيا ۾ ئي سند ۽ پرواني جي صورت ۾ ملي ويو. اڃا آخرت ۾ جيڪي ڪجهہ ملندو سو تہ سوچ ۽ سمجهہ کان بہ ٻاهر آهي. هن فاني دنيا ۾ اهڙا بہ خدا ترس بزرگ پيا آهن، جيڪي نماز ۾ التحيات پڙهڻ ويهن ٿا تہ جڏهن اسلام عليک يا ايهاالنبيءُ چون ٿا تہ حضرت رسول اڪرم ﷺ جن انهن کي باقاعده جواب ۾ وعليڪم السلام و رحمة الله وبرڪاته فرمائين ٿا. اها سڀ درود

شريف جي برڪت ۾ پلائي آهي ۽ انهيءَ آسان عمل سان حاصل ٿي سگهي ٿي.

## هڪ فقيري فلسفو

سڀ کان اول قبر ۾ جنهن کان سوال ڪيو ويندو، اهو روح آهي ۽ روح کي پاڪ ڪرڻ لاءِ صلواة سڳوريءَ کان وڌيڪ ڪابه شيءِ نه آهي. حضور ﷺ جن خود فرمايو آهي ته اسان تي زياده کان زياده صلواة پڙهو، ڇو جو اهو توهان جي لاءِ پاڪائيءَ جو وسيلو آهي. (ابوالعليٰ موصلي). يعني حضور ﷺ جن پاڻ انهيءَ ڳالهه جو اعلان ڪري ڇڏيائون ته پاڪيزگيءَ جو نسخو صلواة شريف آهي. صلواة شريف انسان ۽ سندس روح کي اهڙو ته پاڪ ڪري ٿي جنهن جو ڪو مثال ناهي. ايتري تائين جو جن باعمل عالمن فقيهن، محدثن ۽ فقيرن درود ۽ سلام تي چيله پڌي ۽ ڪثرت سان ورد ڪيو، انهن کي حضور ﷺ جن جي روحانيت جي برڪت سان لکين گناهگارن جي شفاعت جي بشارت هن دنيا ۾ ئي ملي ويئي. انهن محدثن ۽ فقيرن کي اهڙيءَ طرح انشاءَ الله تعاليٰ روز قيامت ۾ به گناهگارن جي شفاعت جو حق حضور ﷺ جن عطا فرمائيندا. جهڙيءَ طرح باڪمال عاشق رسول الله ﷺ حضرت اويس قرنيءَ کي حضور ﷺ حضرت عمر فاروق رضي الله عنه ۽ حضرت علي ڪرم الله وجه جن هٿان پيغام موڪليو ته اوهين به امت محمديءَ جي مغفرت ۽ بخشش لاءِ دعا گهرو. حالانڪ صاحب شفاعت جا حضور ﷺ جن پاڻ آهن. ليڪن رب پاڪ حضور ﷺ جن جي سفارش سان اهو اعزاز سندن امت جي ڪجهه ولين ۽ بزرگن ۽ فقيرن کي به عطا فرمايو آهي. هن کان وڌيڪ ٻي عزت افزائي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي. (سبحان الله)

اهڙي طرح هڪ زبردست محدث عالم حضرت شيخ شاذلي رح جو اهو شان هو جيڪو پنجن ئي وقتن جي نماز حضرت ﷺ

جن جي پويان ادا ڪندا هئا. هڪ ڏينهن حضور ﷺ جن ڪيس فرمايو اي شاذلي رضہ تون قيامت جي ڏينهن هڪ لک ماڻهن جي شفاعت ڪندين. ڇو جو تون محبت، ادب ۽ اخلاص سان اسان تي درود شريف پڙهندو رهين ٿو. (معراج المؤمنين)

درود شريف خلوص ۽ محبت ساڻ پڙهڻ سان ماڻهو ايڏيءَ وڏيءَ مڻاهينءَ منزل کي وڃي پهچي ٿو جنهن جو دنيا ۾ ڪو گمان بہ نٿو ڪري سگهي. سڀني کان وڏي عبادت اها آهي. حضور ﷺ جن سان گڏ هجڻ ڪيڏي وڏي سعادت ۽ نيڪ بختي آهي. هي عاشقيءَ جو فلسفو يا محبت ۽ فقيريءَ جو فلسفو آهي. ڇاڪاڻ جو رسول اڪرم ﷺ جن پاڻ فرمايو آهي تہ جيڪو سڀني کان زياده اسان تي درود شريف پڙهندو اهو قيامت ۾ سڀني کان اسان جي ويجهو ۽ نزديڪ هوندو. ان کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي نعمت آهي جو خود رسول الله ﷺ جن جي رقابت نصيب هجي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ.

## مترجم جي طرفان هڪ بيت تي تبصرو

دل از عشق محمد ريش دارم، رفاقت با خدائي خويش دارم

حضور ﷺ جن جو هڪ سچو عاشق فرمائي ٿو تہ مون پنهنجي دل حضور ﷺ جن جي محبت ۾ هميشہ لاءِ زخمي ۽ چور چور ڪري ڇڏي آهي. سندن فراق ۾ منهنجي دل بيمار آهي. انهيءَ محبت واري معاملي ۾ مان بہ خدا تعاليٰ جو رفيق آهيان. ڇاڪاڻ جو رب پاڪ بہ منهنجي مٺي محبوب ﷺ سان محبت ۽ عشق رکي ٿو ۽ مان بہ ان جو غلام ۽ عاشق آهيان، ان ڪم ۾ منهنجو خدا ۽ آءٌ سندس بندو ٻئي گڏ رفيق آهيون.

ڏسو تہ حضور ﷺ جن جي محبت جو نتيجو، جنهن بندي کي

خدا جو رفيق بنائي ڇڏيو. انهيءَ راهه ۾ بندو ۽ خدا ٻئي گڏ نظر اچي رهيا آهن. بندي جي رفعت ۽ بلنديءَ جو عروج ته ڏس ته ان کي مٺي محمد ﷺ جي محبت ۽ عشق مان خدا تعاليٰ ڪيتري نه آسانيءَ سان ملي ويو ۽ رفيق بنجي ويو. مگر عشق ۽ اها محبت سواءِ درود شريف جي ٻيءَ ڪنهن به عبادت مان حاصل نٿي ٿي سگهي. اگر محبت جي معاملي ۾ الله جا رفيق بنجڻ جا خواهشمند آهيو ته حضور ﷺ جن تي رات ۽ ڏينهن، اٿندي ۽ ويهندي، هلندي ڦرندي درود پڙهو پوءِ ڏسو ته ڪٿي ٿا پهچو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّ عَلٰي آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ عَدَدَ مَافِيْ عِلْمِ اللهِ صَلٰوةً دَائِمَةً بِدَوَامِ مُلْكِ اللهِ. ("خاطي" ٺٽوي)

## رحمت جي پالوٺ

ڪتاب وسيلة العظميٰ ۾ هڪڙي حڪايت بيان ڪيل آهي ته هڪ شخص حضور ﷺ جن وٽ اچي ڪين سلام ڪيو، ان وقت حضرت زيد بن ثابت رضي الله عنه حضور ﷺ جن سان گڏ هو. حضرت زيد رضي الله عنه فرمائي ٿو ته ان ماڻهوءَ جي هٿ ۾ اُٺ جي مهار هئي، ايتري ۾ مٿان ٻيو شخص پهچي ويو تنهن عرض ڪيو ته هن منهنجو اُٺ چورايو آهي. انِ وقت اُٺ رڙ ڪئي، حضور ﷺ جن اُٺ ڏانهن ڌيان ڪيو ۽ ان اعرابيءَ کي فرمايائون ته تون غلط ۽ ڪوڙو آهين. "اهو اعرابي اتان هليو ويو. حضور ﷺ جن پهرئين ماڻهوءَ کي فرمايو ته تون جنهن وقت هتي اچي ويٺين تنهن وقت ڇا ڪري رهيو هئين جو تنهنجي هن اُٺ اسان سان ڳالهايو؟ ان ماڻهو عرض ڪيو ته يا رسول الله ﷺ منهنجا ماءُ پيءُ اوهان مٿان قربان. آءٌ ان وقت اوهان تي درود شريف پڙهي رهيو هوس. حضور

ﷺ جن فرمايو تہ جنھن وقت تنھنجو اٿ اسان سان حقيقت بيان ڪري رهيو هو تنهن وقت اسان ڏٺو تہ خدا جا نوري ملائڪ تمام گهڻي تعداد ۾ مٿانئن لهي رهيا هئا. يعني ان شخص جي دُرود پڙهڻ جي برڪت سان اٿ بہ واقعو بيان ڪيو ۽ رحمت جي ملائڪن جو نزول ٿي رهيو هو. اها آهي درود جي برڪت.

## حضور اڪرم ﷺ جن جي زيارت ۽ حوض ڪوثر تي ملاقات

علامہ سخاوي رحہ فرمائي ٿو تہ جيڪو شخص هيءُ درود شريف حضور ﷺ جن تي پڙهندو تہ اهو نبي ڪريم ﷺ جن جو خواب ۾ ديدار ڪندو ۽ قيامت ۾ بہ سندن زيارت سان مشرف ٿيندو ۽ پاڻ ﷺ جن ان جي سفارش ڪندا ۽ حوض ڪوثر تي ان ڪي آب ڪوثر پياريندا. دورد شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰى سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِي الْاَرْوَاحِ وَعَلٰى جَسَدِهٖ فِي الْاَجْسَادِ وَعَلٰى قَبْرِهٖ فِي الْقُبُوْرِ.

درود شريف جي معنيٰ آهي تہ اي الله! درود موڪل اسان جي سردار محمد ﷺ جن جي روح مبارڪ تي ۽ سندن جسم مبارڪ تي ۽ سندن قبر مبارڪ تي.

## درد ۽ دوا

نزهة المجالس ڪتاب ۾ آهي تہ هڪ نيڪ ۽ صالح شخص شهاب الدين ابن ارسلان رحہ وٽ (جو هڪ وڏو زاهد، عابد ۽ عارف بالله عالم هو) ويو ۽ پنهنجي مرض جي تڪليف بيان ڪيائين. انهن فرمايو تہ ترياق مجرب ۽ دوا ڪهڙي ٿو ڳولهين. غافل، هيءُ درود شريف پڙهندو رهہ، مرض ازخود دفع ٿي ويندو.

## درود ڪوثر

جنهن شخص کي اها تمنا هجي ته مان ساقيءِ ڪوثر ﷺ جن کان پرپور پيالو پيان ته ان کي گهرجي ته هن درود شريف جو ڪثرت سان ورد ڪري نه فقط اهو مگر هن درود شريف پڙهڻ واري کي انشاء الله تعاليٰ قيامت جي ميدان واريءَ سخت تپش ۽ گرميءَ ۾ به اُج جي تڪليف نه ستائيندي. هيءُ درود شريف هڪ مجرب دوا به آهي. قيامت جي تڪليفن ۽ مصيبتن کان بچڻ لاءِ هن درود جو پڙهڻ مجرب ۽ نهايت فائديمند آهي.

حضرت خواجه حسن بصري رحه ايڏا وڏا عالم هئا جو، حضرت حبيب عجميءَ جهڙو ڪامل بزرگ سندن شاگرد ۽ مريد هو سي فرمائين ٿا ته اگر ڪنهن انسان کي اها اُميد هجي ته مان خدا جو قرب حاصل ڪريان ته اهو بيشڪ درود ڪوثر پڙهي.

درود ڪوثر هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِي الْاَوَّلِيْنَ وَصَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِي الْاٰخِرِيْنَ وَصَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِي النَّبِيِّيْنَ وَصَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِي الْمُرْسَلِيْنَ وَ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ فِي الْمَلَاِ الْاَعْلٰي اِلٰي يَوْمِ الدِّيْنِ ط

## درود اعليٰ

هن درودؒ جي باري ۾ حضرت امام شافعي رحه فرمايو آهي ته مون هڪ شخص کي خواب ۾ ڏٺو. مون ڪيس چيو ته رب پاڪ توهان سان ڪهڙو معاملو ڪيو. هن جواب ڏنو ته رب پاڪ مون کي درود اعليٰ جي بدلي ۾ بخشي به ڇڏيو ۽ مون کي جنت ۾ وڏو

درجو بہ عطا فرمايائين.

## درود اعليٰ هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا يَنْبَغِي الصَّلٰوةِ عَلَيهِ ـ

دل جي قوت ذڪر الاهيءَ ۾ آهي. دماغ جي توانائي ۽ تازگي قرآن پاڪ جي تلاوت ۾ آهي. جسم جي تندرستي نماز ۾ آهي ۽ روح جي راحت درود شريف ۾ آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ

## حضرت امام شافعيءَ رحہ جو درود شريف

ڪتاب احياءُ العلوم ۾ مذڪور آهي هڪڙي (بزرگ نالي ابوالحسن شافعيءَ) حضور پُر نور محمد ﷺ جن جو خواب ۾ ديدار ڪيو. ۽ حضور ﷺ جن کي عرض ڪيائين تہ يارسول الله ﷺ امام شافعيءَ کي اوهان جي بارگاهہ مان ڪهڙو انعام مليو جنهن پنهنجي ڪتاب الرسالة ۾ هيءَ درود شريف لکيو آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ كُلَّمَا ذَكَرَهُ الذَّاكِرُوْنَ وَ كُلَّمَا غَفَلَ عَنْ ذِكْرِهِ الْغَافِلُوْنَ ـ

حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو تہ اسان جي طرفان انهن کي اهو انعام مليو جو قيامت جي ڏينهن بنا ڪنهن حساب ڪتاب جي کيس جنت ۾ موڪليو ويندو. (سبحان الله)

## شاه ولي الله رح جن جو درود شريف

حضرت شيخ المشائخ شاهہ ولي الله صاحب جن لکن ٿا تہ مونکي منهنجي والد بزرگ هن درود شريف جي پڙهڻ جو حڪم فرمايو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَاٰلِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ ط

پوءِ هڪ رات خواب ۾ مون اهو درود شريف حضور ﷺ جن جي خدمت پاڪ ۾ پڙهيو تہ حضور ﷺ جن اِن کي پسند فرمايو.

حضرت غوث الاعظم سيدنا و مرشدنا آقا و مولي شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه پيران پير جن جو درود شريف.

## درود غوثيہ

هيءَ اهو پاڪ درود شريف آهي جنهن سان حضرت غوث الاعظم سيدنا عبدالقادر جيلاني رحہ پنهنجا ورد وظائف پڙهندا هئا مطالع المسرت ۾ مذڪور آهي تہ اڪابر اوليائن فرمايو آهي تہ جيڪو شخص روزانو صبح شام فقط ڏهہ ڏهہ دفعا هن درود شريف جو ورد پڙهندو رهي تہ الله تعالي جلد ئي پنهنجيءَ بارگاهہ ۾ پنهنجو قرب ۽ حضُوري ڪيس عطا فرمائيندو ان ماٿهوءَ تي خدا جي رحمتن جو ايترو نزول ٿيندو جو ڳڻڻ کان ٻاهر آهي الله تعالي ان شخص کي براين کان پري رکندو. هيءَ درود بيشڪ وڏن فائدن وارو آهي. هن جي پڙهڻ سان هرڪو مسئلو جلد حل ٿي ويندو ۽ هر مشڪل غيب مان آسان ٿئي ٿي. درود غوثيہ هيءَ آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ نِ السَّابِقِ لِلْخَلْقِ نُوْرُهٗ وَرَحْمَةٌ لِّلْعَالَمِيْنَ ظُهُوْرُهٗ عَدَدَ مَنْ مَّضٰي مِنْ خَلْقِكَ وَمَنْ بَقِيَ وَمَنْ سَعِدَ مِنْهُمْ وَمَنْ شَقِيَ صَلٰوةً تَسْتَغْرِقُ الْعَدَّ وَ تُحِيْطُ بِهٖ الْحَدَّ صَلٰوةً لَّانِهَايَةَ لَهَا وَلَا مُنْتَهٰي وَلَا انْقِضَآءَ صَلٰوةً دَائِمَةً

بِدَوَامِكَ وَعَلٰي اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا مِّثْلَ ذَالِكَ ؕ

عبدل: ڪے آقا اسلام ڪے والي، .قادر نے چومي ھے تيري ڪملي ڪالي.

✲✲✲✲

هيءَ جان سندم هيءَ ساهہ ڪريان قربان مديني واري تان،

جنت جي ملي هون ڪي تہ ڪريان قربان مديني واري تان.

(فقير محمد اسماعيل ٺٽوي)

## درود اولي العزم

هن درود شريف کي درود اولي العزم چوندا آهن هي لاجواب نسخو آهي بنهاني رحہ فرمائي ٿو تہ هيءَ درود شريف چاليهن خاص درودن مان هڪڙو آهي. شيدابي عبدالله محمد بن سليمان الجزولي الشريف الحسني رحمة الله عليه فرمائي ٿو تہ جنهن شخص هن درود شريف کي هڪ دفعو پڙهيو تنهن سمجهہ تہ پورو دلائل خيرات پڙهي پورو ڪيو. ڪتاب دلائل خيرات ۾ هزارين درود لکيل آهن.

درود اولي العزم هيءَ آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّاٰدَمَ وَ نُوْحٍ وَّ اِبْرَاهِيْمَ وَ مُوْسٰي وَ عِيْسٰي وَ مَا بَيْنَهُمْ مِّنَ النَّبِيِّيْنَ وَالْمُرْسَلِيْنَ صَلَوٰتُ اللهِ وَسَلَامُهٗ عَلَيْهِمْ اَجْمَعِيْنَ ؕ

## درود الفاتح

مولانا ابوالمقارب شيخ شمس الدين ابن ابوالحسن بڪري رحہ فرمائين ٿا تہ هي درود شريف حضرت ابوبڪر صديق رضہ جو ورد

هوندو هو. انهيءَ درود شريف جيءَ برڪت سان الله تعاليٰ ڪين "صديق" جو درجو عطا فرمايو ۽ ان سبب حضرت ابوبڪر رضہ کي صديق اڪبر رضہ چيو وڃي ٿو ڪين الله تعاليٰ جي معرفت جا درجا عطا ٿي ويا بعضي اولياءَ الله فرمائين ٿا تہ هن درود شريف کي هڪ دفعو پڙهڻ سان ڏهہ هزار درودن جو ثواب ملي ٿو ۽ ڪن عالمن ۽ بزرگن لکيو آهي تہ هڪ دفعو پڙهڻ سان چئن هزارن درودن پڙهڻ جو ثواب ملي ٿو. حضرت ابوالمقرب رحہ فرمائي ٿو تہ هيءَ درود شريف جيڪو شخص ٤٠ ڏينهن پڙهي تہ ساري عمر جا گناهہ معاف ٿي ويندا.

شيخ المشائخ حضرت محمد بکري رحہ فرمائي ٿو تہ هن دورد شريف جو زندگيءَ ۾ فقط هڪ دفعو پڙهڻ آخرت ۾ دوزخ کان نجات بخشي ٿو. جيڪو شخص سؤ ڀيرا روزانو درود فاتحہ کي پڙهي تہ ان جا اونداهيءَ وارا پردا هٽي ويندا ۽ روشني ۽ نور حاصل ٿيندس ۽ ان جي نظر ايتري پنڌ تي ويندي جتي انسان جو پهچڻ مشڪل آهي يعني دل ۾ اهڙو تہ نور پيدا ٿيندس جهڙيءَ طرح حضرت عمر فاروق رضہ مديني پاڪ ۾ ويٺي ويٺي ڪوهہ جبل وٽ جنگ ڏسي رهيا هئا ۽ حضرت ساريہ رضہ کي احڪام فرمائي رهيا هئا.

حضرت احمد رحہ فرمائين ٿا تہ هيءَ درود شريف حضرت غوث الاعظم سيدنا عبدالقادر جيلاني رحہ جن کي بيحد پسند هوندو هو ۽ سندن خاص وردن ۾ شامل هوندو هو. هيءَ هڪ آب حيات آهي شروع، وچ ۽ آخر جي زماني ۾ ڪيئي عارفن فقط انهيءَ درود شريف جو ذڪر لکيو آهي. ڪيترائي بزرگ هن درود شريف مان حدِ ڪمال کي پهتا آهن هيءَ درود شريف خاص الخاص عجائبات مان آهي هيءَ هڪ وڏو راز آهي هن جي پڙهڻ سان اهڙا تہ نور جا پردا کلن ٿا ۽ اهڙو نور پيدا ٿئي ٿو جنهن جي قدرداني الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نٿو ڪري سگهي. هڪ سؤ دفعا

روزانو هن درود کي ورد ڪرڻ سان اهڙا دروازا کلن ٿا ۽ اهڙو نور پيدا ٿئي ٿو جن جو ذڪر ناممڪن آهي جن کي سواء الله تعاليٰ جي ٻيو ڪو نٿو ڄاڻي.

حضرت شيخ يوسف بن اسماعيل رحہ فرمائين ٿا تہ هي درود شريف ڪرامات جو موتي آهي سيد محمد البڪري رحہ فرمائي ٿو تہ هيءَ درود شريف اسان هڪ سال پڙهيو تہ پوءِ حج تي وياسون ۽ حضور سرور ڪائنات ﷺ جن جي روضي پاڪ جي وچ واري حصي ۾ ويٺا هئاسون تہ اتي حضور ﷺ جن جي زيارت نصيب ٿي هن درود شريف جي ورد جي سبب حضور ﷺ جن جي زيارت نصيب ٿي هن درود شريف جي ورد جي سبب حضور ﷺ جن اسان کي پنهنجي شفاعت جو يقين ڏياريو ۽ حضور ﷺ جن اسان کي فرمايو تہ الله تعاليٰ توهان کي هن درود شريف جي برڪت عطا فرمائي ۽ اوهان جي اولاد ۽ تنهن جي اولاد کي بہ عطا فرمائي. (سبحان الله)

هن درود شريف جي انهن صفتن تي سڀئي بزرگ متفق آهن تہ هن درود ۽ نور ۾ ڪو فرق ڪونهي. هيءَ درود شريف نور جي ڪنجي آهي. فتح ۽ ڪامرانيءَ جي ڪنجي، الله ۽ الله جي رسولِ ﷺ جي محبت جي ڪنجي ۽ دنيا مان خير سان خاتمي ٿيڻ جي سند. دنيا جو ڪوبہ انسان مڪمل طور هن درود شريف جي فضيلت بيان ڪري نٿو سگهي. هن ڪتاب جو اصل اردو وارو مصنف لکي ٿو تہ هن درود شريف کي جمعي جي ڏينهن هڪ ڀيرو ضرور پڙهڻ گهرجي هي هڪ دفعو پڙهڻ بہ وڏا ڪمالات ڏيکاريندو انشاء الله تعاليٰ.

درود الفاتح هيءَ آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ نِ الْفَاتِحِ لِمَا اُغْلِقَ وَالْخَاتِمِ لِمَا سَبَقَ. وَالنَّاصِرِ الْحَقِّ بِالْحَقِّ وَالْهَادِيْ اِلٰي صِرَاطِكَ الْمُسْتَقِيْمِ

صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَعَلَيٰ اٰلِهٖ وَاَصْحَابِهٖ حَقَّ قَدْرِهٖ وَمِقْدَارِهِ الْعَظِيْمِ ؕ

## هڪ اهم سوال

اهو ئي آهي ته هن ڪتاب جو مطالعو ڪرڻ وارو انهيءَ ڳالهه ۾ ضرور حيران ٿيندو ته ڪهڙو درود شريف اختيار ڪريان ۽ ڪنهن کي ڇڏيان سيئي هڪ ٻئي کان وڌيڪ پيارا سيني جي تعريف هڪ ٻئي کان وڌ ۾ وڌ ان طرح هڪ نو آموز شخص منجهي پوي ٿو گهڻا ته اعتماد ڪئي ڇڏين ٿا تنهن لاءِ هيءَ ڳالهه ڌيان ۾ رکجي ته ڪتاب جي پوري مطالعي ڪرڻ کان پوءِ جيڪو درود شريف دل سان لڳي ۽ وڻي فقط ان هڪ جو ورد شروع ڪري ان کي ڇڏي نه. بس انهيءَ کي سيڪجهه سمجهي. ٻيو ته جي ائين نه ڪري سگهي ته ڪنهن ڪامل مرشد کي حقيقت ٻڌائي پوءِ اهو جنهن درود شريف جو اِذن ڏئي اهو هميشه لاءِ ورد ڪري ڇڏي اگر ڪو شخص ڪنهن ڪامل مرشد تائين نه پهچي سگهي ته اهو سومهڻي جي نماز کان پوءِ نماز استخاره پڙهي. استخاره جو طريقو ڪنهن مولوي کان پڇڻ گهرجي يا وري نماز جي ڪتاب ۾ ڏسڻ گهرجي پوءِ جيڪي الله جي طرفان حڪم ملي ان درود جو ورد ڪرڻ گهرجي پوءِ ڏسي ته ڪهڙا ڪمال ۽ درجات ۽ نوري نظارا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. باقي گهٻرائڻ يا منجهي پوڻ جو ڪو ضرور نه آهي.

## درود حضوري

حضرت شيخ بن نعمان رحمة الله عليه اهو بزرگ ٿي گذريو آهي جنهن سرور ڪائنات ﷺ جن جي هڪ سؤ پيرا ننڊ ۾ زيارت ڪئي ۽ عرض ڪيائين ته يا رسول الله ﷺ مون کي حڪم فرمايو وڃي ته مان ڪهڙو درود شريف پڙهان جيڪو سيني کان زياده مقبول ٿئي حضور ﷺ جن ڪيس فرمايو ته پڙهه.

درود حضوري هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدِنِ الَّذِيْ مَلَاْتَ قَلْبَهٗ مِنْ جَلَالِكَ وَعَيْنَهٗ مِنْ جَمَالِكَ فَاَصْبَحَ فَرِحًا مَّسْرُوْرًا مُّؤَيَّدًا مَّنْصُوْرًا وَّعَلٰي اٰلِهٖ وَصَحْبِهٖ وَسَلِّمْ تَسْلِيْمًا.

الله جل جلاله ۽ سندس رسول صلي الله عليه وسلم

الله تعاليٰ، رسول اڪرم ﷺ جن جي ذڪر کي پنهنجو ذڪر فرمايو آهي. جيئن ته ارشاد آهي ته:

”اِنَّمَا جَعَلْتُ ذِكْرَكَ ذِكْرِيْ“

جنهن ذڪر کي الله تعاليٰ سندس نبي ڪريم ﷺ جو ۽ پنهنجو ذڪر فرمايو آهي ته اهو ڳڏيل ذڪر درود شريف ئي آهي جنهن ۾ رب پاڪ ۽ سندن حبيب ﷺ جو ذڪر گڏ ڪيو ويو آهي. حضور ﷺ جن ڪان وڌيڪ اسان تي ڪوبه مهربان نه آهي. حضور ﷺ جن هميشه پنهنجي امت جي لاءِ آسان عمل ۽ آسان عبادت جي تعليم فرمائيندا هئا. پاڻ ڪريم ﷺ جن جدا جدا اصحابن کي جدا جدا درود شريف جي تعليم انهيءَ لاءِ فرمائي ته ڪو خاص درود يا ڪو خاص لفظ واجب نه بنجي وڃي جنهن مان سندن اُمت کي ڪا تڪليف نه پهچي.

حضرت عبدالرحمان بن سبيلي رحه فرمائي ٿو ته منهنجي نبي ڪريم ﷺ جن جي مشهور اصحابيءَ حضرت ڪعب رضه سان ملاقات ٿي. ڪعب رضه فرمايو ته اي عبدالرحمان توکي اهڙو تحفو ڏيان تو جيڪو مون حضور سرور ڪائنات ﷺ جن ڪان ٻڌو آهي. مون عرض ڪيو ته ضرور مون کي اهو تحفو ڏيو. حضرت ڪعب

رضہ فرمايو تہ مون حضور ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ اوهان تي درود شريف ڪھڙيءَ طرح پڙهيو وڃي. پاڻ ﷺ جن فرمايائون تہ هن طرح پڙهہ.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا صَلَّيْتَ عَلٰي اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰي آلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ.

اَللّٰهُمَّ بَارِكْ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا بَارَكْتَ عَلٰي اِبْرَاهِيْمَ وَعَلٰي آلِ اِبْرَاهِيْمَ اِنَّكَ حَمِيْدٌ مَّجِيْدٌ.

حضرت ابو مسعود بدري رحہ فرمائي ٿو تہ هڪ ڏينهن حضور ﷺ جن حضرت سعد بن عباده رضہ جي مجلس ۾ تشريف آور ٿيا. حضرت بشير رضہ عرض ڪيو تہ يارسول الله ﷺ الله تعاليٰ اسان کي درود شريف پڙهڻ جو حڪم فرمايو آهي سو اسين ڪھڙي طريقي سان پڙهون. پاڻ فرمايائون تہ درود پڙهو هن طرح جيئن مٿي لکيو ويو آهي جنهن کي درود ابراهيم بہ چوندا آهن.

التحيات ۾ بہ اهو درود شريف پڙهيو ويندو آهي. عجيب قسم جو درود شريف آهي، جيڪو نماز ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

امام نودي رحہ فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن ڪو شخص قسم کائي ويهي تہ مان سڀني درودن کان افضل درود پڙهان تہ ان جو قسم هن درود شريف جي پڙهڻ سان پورو ٿي ويندو.

آپ کا عشق دل مین آپکا خیال پلپل مین،

مدینے مین آقا بلالو تو یہ ارمان پورا هوجائے.

(عبدالقادر اصل مصنف کتاب)

## پرهيز

إِنَّ أَوَّلَ النَّاسِ فِيْ يَوْمِ الْقِيَامَةِ أَكْثَرُهُمْ عَلَيَّ صَلَوٰةً (رسول الله ﷺ)

يعني:. بلاشڪ قيامت ۾ ماڻهن مان سڀ کان ويجهو ۽ قريب اسان کي اهو ماڻهو هوندو جنهن اسان تي وڌيڪ صلواة پڙهي هوندي.

حضور ﷺ جن تي هر وقت هر لمحي درود شريف ڪثرت سان پڙهڻ باعث نجات ۽ پاڪيزگي آهي مگر ٦ وقت ڙا آهن جن ۾ حضور ﷺ جن تي درود شريف پڙهڻ مڪروه آه . انهن جو خيال رکڻ تمام ضروري آهي.

(١) پيشاب ۽ ڪاڪوس جي وقت. (٢) پنهنجيءَ عورت سان صحبت جي وقت. (٣) ٿاهو ڪائڻ جي وقت. (۴) ڪنهن شيءِ کي وڍڻ يا جانور ذبح ڪرڻ وقت. (۵) تعجب ڪرڻ وقت. (٦) بدبودار جاءِ تان لنگهڻ جي وقت.

انهن واقعن کان سواءِ چوويهہ ڪلاڪ حضور ﷺ جن تي درود شريف پڙهيو وڃي تہ اهو شخص بيشڪ قيامت ۾ سندن بلڪل قريب هوندو. (برحق). ڏٺو ويو آهي تہ ڪيترائي حضور ﷺ جن جا عاشق ڏينهن رات هر گهڙي ۽ هر وقت مٿن درود پڙهندا رهندا آهن بلڪ ننڊ جي حالت ۾ بہ درود پڙهندي ڏٺا ويا آهن. اهڙن درود شريف جي ديوانن تي ڪائي پرهيز لازم ڪونهي. هو بي اختيار آهن، هو هر حالت ۽ هر وقت ۾ وضو بنا وضو هر جاءِ تي ديوانہ وار درود شريف پڙهندا رهن ٿا. مٿن کي پنهنجي وجود جي بہ ڪا سڌ ڪونہ هوندي آهي انهن تي ڪو قانون لڳي نٿو سگهي انهن جو مقام انهن جي منزل سواءِ الله ۽ سندس حبيب ﷺ

جي هيو ڪوبہ سمجهي نٿو سگهي.

ميانے عاشق و معشوق رمزيست، ڪرامن ڪاتبين را هم خبر نيست.

معنيٰ: - عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ جيڪا رمز آهي ۽ جيڪي راز جون ڳالهيون ٿين ٿيون تن جي ٻين کي تہ ٺهيو پر ڪلهن تي ويهي اعمال ناما لکڻ وارن ملائڪن ڪرامن ڪاتبين کي بہ ڪا خبر نٿي پوي. اهي آهن محمد ﷺ جا پروانا.

سطح تي سمونڊ جي موتي ڪين ملن،
جن کي محبت مٽين سان سي ڪاهيو پون ڪن،
موجن ڪان مهراڻ جي سي مانجهي ڪين مڙن،
وڃيو لال لهن، پٽي منجهہ پاتار جي.
"خاطي" نٿوي

## الله جو حڪم

علام سخاوي رحہ گهڻيون حديثون ۽ روايتون نقل فرمايون آهن تن بيان فرمايو آهي تہ قيامت جي ڏينهن عالم محدث ۽ حديث شريف جي لکڻ وارا پنهنجي مس قلم سميت خدا پاڪ جي حضور ۾ حاضر ٿيندا. رب پاڪ حضرت جبرائيل عليه السلام کان پڇندو تہ هي ڪير آهن ۽ ڪاٿي پيچ تہ ڇا ٿا گهرن. اهي عرض ڪندا تہ اسين حديث شريف لکڻ ۽ پڙهڻ وارا آهيون. الله تعاليٰ ارشاد فرمائيندو تہ وڃو جنت ۾ بيشڪ توهين جنت جا لائق آهيو، توهان منهنجي حبيب ﷺ تي گهڻو درود پڙهيو ۽ لکيو هو. پوءِ اهي بنا حساب ڪتاب جي جنت ۾ داخل ٿي ويندا.

## رسول الله صلى الله عليه وسلم جن جو حڪم

علامہ سخاوي رحہ فرمائي ٿو تہ مون سان رشيد عطا رحہ بيان ڪيو تہ مصر ۾ هڪڙو بزرگ رهندو هو جنهنجو نالو ابو سعيد خياط رحہ هو. اهو هميشه اڪيلو رهندو هو، ڪنهن بہ ماڻهوءَ

سان نہ ملندو هو. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ انهيءَ بزرگ ڪيٰ ماڻهن ڏٺو تہ حضرت ابن رفيق رحہ جي مجلس ۾ اچي ويهڻ لڳو ۽ ڪثرت سان ايندو رهيو. ماڻهن کي ان ڳالهہ تي عجب لڳو. تن بزرگ کان پڇيو تہ انهن فرمايو تہ مون کي رسول اڪرم ﷺ جن جي زيارت خواب ۾ نصيب ٿي ۽ پاڻ ڪريمن ﷺ جن مون کي حڪم فرمايو تہ تون ابن رفيق رحہ جي مجلس ۾ ويندو ڪر. انهيءَ لاءِ جو هو پنهنجيءَ مجلس ۾ اسان تي ڪثرت سان درود شريف پڙهندو آهي. سبحان الله اها ڪهڙي نہ مبارڪ مجلس آهي. جنهن ۾ حضور ﷺ جن تي درود شريف پڙهيو وڃي.

## درود محمدي هڪ اهڙو درود شريف، جيڪو هر ڪم لاءِ عجيب طاقت آهي

حضور ﷺ جن جا اسان امت مٿي هڪ ٻہ نہ پر ڪروڙن کان بہ زياده احسان آهن. سينئي کان زياده اهو جو اسين بدڪار گناهگار غافل ٿي سست ۽ ڪاهل بنجي زندگي گذاري رهيا آهيون. مگر نبي ڪريم ﷺ جن هر وقت بارگاه الاهيءَ مان پنهنجي گناهگار امت جي بخشش لاءِ دست بدعا آهن. اُن پياري نبيءَ ﷺ جي احساسن سان اسان جا ڪنڌ جهڪيا پيا آهن. اگر اسين ساري ڏينهن ۾ هڪ دفعو درود شريف پڙهون تہ الله پاڪ سندس واعدي جي مطابق اسان تي ڏهہ دفعا رحمتون نازل فرمائيندو ۽ ڏهہ نيڪيون اسان جي اعمال نامي ۾ لکائيندو, اسان جا درجا بلند فرمائيندو.

درود محمدي هن ڪتاب جي افضل درودن مان هڪ آهي. اڄ تائين الله تعاليٰ کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي طاقت نہ آهي جو هن درود شريف جا فائدا ۽ فضائل بيان ڪري سگهي. اگر هن سموري ڪتاب کي هن درود شريف جي تعريف لاءِ وقف ڪيو وڃي تہ بہ هن درود شريف جي تعريف جو چوٿون حصو بہ پورو نہ ٿيندو. هن درود شريف جي پوري معنيٰ لکڻ بہ ناممڪن آهي. انهيءَ لاءِ

وقت جي عارفن هن درود شريف جو نالو ئي "درود محمدي" رکيو
آهي. هيءُ درود خاص حضور ﷺ جن لاءِ آهي. هيءُ درود نہ آهي،
بلڪ هڪڙي طاقت آهي جنهن کي الله تعاليٰ کان سواءِ ٻيو ڪو
نٿو سمجهي سگهي تہ هيءُ ڪهڙي طاقت آهي، جنهن کي ڪو
بشر بيان بہ نٿو ڪري سگهي. درود محمدي ﷺ بندن تي الله
تعاليٰ جي رحمت آهي. هيءُ هڪ عظيم نعمت آهي، هن نعمت مان
فائدو وٺڻ آسان آهي. اگر صرف روزانو هڪ دفعو بہ هن درود
شريف کي پڙهيو وڃي تہ پڙهڻ وارو شخص مٿي کان پيرن تائين
رحمت سان ڍڪجي وڃي ٿو. هن درود شريف کي تہ سون جي حرفن
سان هٿي لکڻ لازم هو، مگر في الحال هن مس سان لکيو ويو آهي.

عبدل کي اس غريبي پر اميري بهي فخر کرتي هے،
جس غريبي پہ هے مهربان محمد ﷺ عربي.

(عبدالقادر مصنف اصل ڪتاب جو)

## درود محمدي

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي اٰلِ سَيِّدِنَا
مُحَمَّدٍ عَبْدِكَ وَرَسُوْلِكَ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ بِعَدَدِ
اَنْفَاسِ الْخَلَائِقِ صَلٰوةً دَائِمَةً بِدَوَامِ خَلْقِ اللهِ.

## راز

هن درود محمديءَ جي راز جي ملائڪن کي بہ ڪا خبر ڪانهي.
فقط رب پاڪ ۽ سندن حبيب ﷺ جن کي ئي هن جي راز جي خبر آهي.
رسول اڪرم ﷺ جن جي زيارت مبارڪ جو نسخو
(١) جذب القلوب ۾ آهي تہ جيڪو بہ شخص پاڪائيءَ ۽
طهارت سان باوضو هن درود شريف کي ٣١٣ دفعا پڙهندو تہ حق

تبارڪ و تعاليٰ ان کي خواب ۾ حضور ﷺ جن جي زيارت نصيب فرمائيندو. درود شريف هي آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰيٓ اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ وَتَرْضٰي لَهٗ.

(٢) مفاخر الاسلام ۾ آهي ته جيڪڏهن ڪو شخص پنج جمع هر جمعي تي هيءُ درود شريف هزار دفعا پڙهندو ته انهيءَ وچ ۾ ئي حضور ﷺ جن جي زيارت نصيب ٿينديس ۽ جنت ۾ پنهنجي جاءِ به خواب ۾ ڏسندو. اهو درود هي آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ

(٣) جامع التفاسير ۾ آيو آهي ته جيڪو شخص جمعي جي رات جو پاڪائيءَ سان ٻه رڪعتون نفل نماز پڙهي، هر ڪنهن رڪعت ۾ الحمد کانپوءِ ١١ دفعا آية الڪرسي ۽ ١١ دفعا قل هو الله شريف پڙهي سلام ڦيرڻ کانپوءِ هڪ سؤ دفعا هي درود پڙهي ته انشاء الله ٽن جمعن تائين حضور اڪرم ﷺ جن جي زيارت نصيب ٿينديس.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدِ نِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَاٰلِهٖ وَبَارِكْ وَسَلِّمْ ط

(٤) جمعي جي رات جو ٻه رڪعتون نفل نماز پڙهي، هر رڪعت ۾ الحمد کانپوءِ ٢٥ ڀيرا قل هو الله شريف پڙهي، بعد سلام جي هڪ هزار دفعا هي درود شريف پڙهي.

صَلَّى اللهُ عَلَى النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ

پنج خميسون ائين ڪرڻ سان زيارت رسول اڪرم ﷺ جن جي نصيب ٿينديس. (خميس سان مطلب جمعي واري رات جو سمجهيو وڃي).

درود شريف نور ئي نور آهي، رحمت ئي رحمت آهي، خير ئي خير آهي ۽ دولت ئي دولت آهي. سيني کان وڏيڪ درود شريف قلب ۽ روح جي راحت آهي.

## دين ۽ دنيا ۾ سؤ فيصدي ڪاميابي

صَلَّي اللهُ عَلَى النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلَيٰ آلِهٖ وَصَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ صَلوٰاةً وَّسَلَامً عَلَيْکَ يَا رَسُوْلَ اللهِ

هي درود لازوال برڪت آهي ۽ نهايت آسان به آهي.

بعد نماز جمعي جي مديني پاڪ ڏانهن يا ڪعبة الله شريف ڏانهن منهن ڪري هٿ ادب سان ٻڌي بيهي اڪيلو يا ماڻهن سان گڏجي مسجد شريف يا گهر ۾ نماز ظهر، فجر يا وچين يا جمعي نماز بعد جيڪو به وقت آسان لڳي ٣١٣ دفعا پڙهي ۽ پوءِ ان درود شريف جو ڪمال ۽ فائدو ڏسي.

## خاص عورتن جي لاءِ

مٿيون درود شريف اگر عورتون به پاڪائيءَ سان پنهنجي گهر ۾ پڙهن، جيترو به پڙهي سگهن اهو پڙهن ته گهر ۾ بي انتها برڪت ۽ رحمت ٿيندي.

## هن درود شريف جي جيڪا تعريف حديث شريف ۾ آيل آهي اُها ٻڌو

(١) هن جي پڙهڻ واري تي الله تعاليٰ پنهنجي رحمت هڪدم نازل فرمائي ٿو.

(٢) الله تعاليٰ اُن شخص تي به هزار دفعا سلام موڪلي ٿو.

(٣) فوراً پنج هزار نيڪيون سندن اعمال نامي ۾ لکايون وڃن ٿيون.

(٤) اُن شخص جا پنج هزار گناهه معاف ڪيا وڃن ٿا.

(٥) اُن شخص جا پنج هزار درجا بلندا ڪيا وڃن ٿا.
(٦) اُن شخص جي مٿي تي لکيو وڃي ٿو تہ هيءُ منافق ناهي.
(٧) اُن جي پيشانيءَ تي لکيو وڃي ٿو تہ هيءُ شخص دوزخ جي باهہ کان آزاد آهي.
(٨) اُن کي قيامت جي ڏينهن شهيدن سان گڏ رکيو ويندو.
(٩) جيستائين درود شريف پڙهڻ ۾ مشغول هوندو، تيستائين الله جا ملائڪ مٿس درود شريف پڙهندا رهندا آهن.
(١٠) الله تبارڪ وتعاليٰ سندس ٽي سؤ حاجتون پوريون فرمائيندو. نوي هن دنيا ۾ ۽ ٢١٠ آخرت ۾.
(١١) اُن جي لاءِ دين ۾ زبردست ترقي ٿيندي.
(١٢) اولاد ۾ الله تعاليٰ عاليشان برڪت ۽ هدايت ڏيندو.
(١٣) هن ئي دنيا ۾ الله تعاليٰ کيس پنهنجو محبوب بڻائي ڇڏيندو.
(١٤) هر شخص پنهنجي دل ۾ اُن لاءِ محبت رکندو.
(١٥) اُن جو آخري خاتمو ايمان تي ٿيندو.
(١٦) قبر ۾ ۽ حشر ۾ پناهہ ۾ رهندو.
(١٧) قيامت جي ڏينهن عرش جي پاڇي ۾ هوندو.
(١٨) حضور ﷺ جن جي شفاعت اُن لاءِ واجب هوندي.
(١٩) قيامت جي ڏينهن حضور ﷺ جن سندس شاهد هوندا.
(٢٠) ميزان ۾ تورڻ وقت سندس پاسو ڳرو هوندو.
(٢١) قيامت جي ڏينهن اُڃ جي تڪليف کان محفوظ هوندو.
(٢٢) حوض ڪوثر تي کيس حاضري نصيب ٿيندي.
(٢٣) پلصراط مٿان آسانيءَ سان لنگهي ويندو.
(٢٤) قيامت ۾ اُن شخص لاءِ نور هوندو
(٢٥) حضور ﷺ جن کي نزديڪ هوندو
(٢٦) قيامت ۾ رسول اڪرم ﷺ جن سان هٿ ملائڻ جو شرف کيس حاصل ٿيندو.
(٢٧) الله تعاليٰ اُن شخص کان سدائين راضي هوندو ڪڏهن بہ

(۵) اُن شخص جا پنج هزار درجا بلندا ڪيا وڃن ٿا.
(٦) اُن شخص جي مٿي تي لکيو وڃي ٿو تہ هيءُ منافق ناهي.
(٧) اُن جي پيشانيءَ تي لکيو وڃي ٿو تہ هيءَ شخص دوزخ جي باهہ کان آزاد آهي.
(٨) اُن کي قيامت جي ڏينهن شهيدن سان گڏ رکيو ويندو.
(٩) جيستائين درود شريف پڙهڻ ۾ مشغول هوندو، تيستائين الله جا ملائڪ مٿس درود شريف پڙهندا رهندا آهن.
(١٠) الله تبارڪ وتعاليٰ سندس ٽي سؤ حاجتون پوريون فرمائيندو. نوي هن دنيا ۾ ۽ ٢١٠ آخرت ۾.
(١١) اُن جي لاءِ دين ۾ زبردست ترقي ٿيندي.
(١٢) اولاد ۾ الله تعاليٰ عاليشان برڪت ۽ هدايت ڏيندو.
(١٣) هن ئي دنيا ۾ الله تعاليٰ کيس پنهنجو محبوب بڻائي ڇڏيندو.
(١٤) هر شخص پنهنجي دل ۾ اُن لاءِ محبت رکندو.
(١۵) اُن جو آخري خاتمو ايمان تي ٿيندو.
(١٦) قبر ۾ ۽ حشر ۾ پناهہ ۾ رهندو.
(١٧) قيامت جي ڏينهن عرش جي پاڇي ۾ هوندو.
(١٨) حضور ﷺ جن جي شفاعت اُن لاءِ واجب هوندي.
(١٩) قيامت جي ڏينهن حضور ﷺ جن سندس شاهد هوندا.
(٢٠) ميزان ۾ تورڻ وقت سندس پاسو ڳرو هوندو.
(٢١) قيامت جي ڏينهن اُڃ جي تڪليف کان محفوظ هوندو.
(٢٢) حوض ڪوثر تي کيس حاضري نصيب ٿيندي.
(٢٣) پلصراط مٿان آسانيءَ سان لنگهي ويندو.
(٢۴) قيامت ۾ اُن شخص لاءِ نور هوندو
(٢۵) حضور ﷺ جن کي نزديڪ هوندو
(٢٦) قيامت ۾ رسول اڪرم ﷺ جن سان هٿ ملائڻ جو شرف کيس حاصل ٿيندو.
(٢٧) الله تعاليٰ اُن شخص کان سدائين راضي هوندو ڪڏهن بہ

ناراض نہ ٿيندو.

(٢٨) سيني ڪان وڏو مرتبو اُن شخص کي اهو ملندو جو پنج هزار الله تعاليٰ جا نوري ملائڪ سڳورا حضور پر نور ﷺ جن جي بارگاهہ ۾ وڃيو عرض ڪن ٿا تہ يارسول الله ﷺ فلاڻي پٽ فلاڻي جي اوهان تي درود ۽ سلام عرض ڪيو آهي، پاڻ ڪريم ﷺ جن جواب ۾ ارشاد فرمائيندا تہ اُنهيءَ فلاڻي پٽ فلاڻي جي تي اسان جي طرفان بہ سلام ۽ الله جي رحمت ۽ الله جي برڪت.

(نوٽ) اسان کي گهرجي تہ ڪٿي اسين ڪيڏا بہ متقي، پاڪدامن، نيڪ بخت ۽ شريعت محمد ﷺ جا پابند هجون، ليڪن اسان تي اهو بہ فرض آهي تہ پنهنجي گهر جي سڀني عورتن کي ان ڳالهہ جو حڪم ڏيون تہ هر ڪنهن جمعي تي هي درود شريف حسب توفيق متي ٻڌايل ترتيب جي مطابق ضرور پڙهنديون ڪن، ڇو جو اسان جو اگر پنهنجين گهر وارين تي حق آهي تہ اُنهن جو بہ اسان تي حق آهي، انهن جو اسان تي ٻين حقن سان گڏ اهو بہ حق آهي جو اسين ڪين سمجهايون ۽ ان ڳالهہ بابت سختي بہ ڪرڻي پوي تہ ڪريون. ڇو جو جمعي جي ڏينهن جنهن گهر ۾ اهو درود شريف پڙهيو ويندو لازم آهي تہ اُن گهر ۾ رحمتون نازل ٿينديون، رزق ۾ برڪت پوندي ۽ اهو گهر مالا مال ٿي ويندو. اسين پنهنجي عورتن بابت خدا وٽ بہ جوابدار آهيون. انهيءَ لاءِ اُنهن کي هدايت ڪرڻ بہ اسان جو فرض آهي. ڪم از ڪم پنج منٽ ڪڏي فقط جمعي جي ڏينهن هن درود شريف جو ورد ضرور ڪن. الله تعاليٰ اسان کي نيڪيءَ جي توفيق عطا فرمائي.

صَلَّى اللهُ عَلَى النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰٓى اٰلِهٖ وَصَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ صَلٰوۃً وَّسَلَامًا عَلَيْكَ يَا رَسُوْلَ اللهِ

خدائي بھي اسکي اور خدا بھي ھے اسکا،
جو ھوجائے دل سے فدائے محمد صلي الله عليه وسلم.

(عبدالقادر مصنف اصل کتاب اردو)

دم نکل جائے جو ديدار تمھارا ھو نصيب،
يا خدا تيري تجلي کي نھين تاب مجھے.

(فقير محمد اسماعيل نثري مترجم کتاب ھذا)

اَللّٰھُمَّ صَلِّ عَليٰ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَليٰٓ اٰلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ.

بسم الله الرحمٰن الرحيم

هوالله الذي لا الٰه الا هو الرحمٰن الرحيم

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| الله | الرحمٰن | الرحيم | الملك | القدوس | السلام |
| المؤمن | المهيمن | العزيز | الجبار | المتكبر | الخالق |
| البارئ | المصور | الغفّار | القهار | الوهاب | الرزاق |
| الفتاح | العليم | القابض | الباسط | الخافض | الرافع |
| المعز | المذل | السميع | البصير | الحكم | العدل |
| اللطيف | الخبير | الحكيم | العظيم | الغفور | الشكور |
| العلي | الكبير | الحفيظ | المقيت | الحسيب | الجليل |
| الكريم | الرقيب | المجيب | الواسع | الحكيم | الودود |
| المجيد | الباعث | الشهيد | الحق | الوكيل | القوي |
| المتين | الولي | | | الحميد | المحصيٰ |
| المبدئ | المعيد | | | المحي | المميت |
| الحي | القيوم | الواحد | الماجد | الواحد | الاحد |
| الصمد | القادر | المقتدر | المقدم | المؤخر | الاول |
| الاٰخر | الظاهر | الباطن | الوالي | المتعالي | البر |
| التواب | المنتقم | العفو | الرؤف | مالك الملك | ذوالجلال |
| والاكرام | المقسط | الجامع | الغني | المغني | المعطيٰ |
| المانع | الضار | النافع | النور | الهادي | البديع |
| الباقي | الوارث | الرشيد | الصبور | الذي ليس كمثله شي | وهو سميع البصير |

الله جل جلاله

غفرانک ربنا واليك المصير نعم المولیٰ ونعم النصير قدير مريد متكلم

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| قریب ﷺ | صاحب ﷺ | مکي ﷺ | ناه ﷺ | شکور ﷺ | منیب ﷺ |
| صادق ﷺ | مبلغ ﷺ | اولیٰ ﷺ | مصدق ﷺ | محرم ﷺ | مهدي ﷺ |
| باسط ﷺ | مبین ﷺ | رحمت ﷺ | باطن ﷺ | اول ﷺ | آخر ﷺ |
| ظاهر ﷺ | نصیر ﷺ | شاف ﷺ | متوسط ﷺ | حق ﷺ | بار ﷺ |
| نصیح ﷺ | خطیب ﷺ | سید ﷺ | طیب ﷺ | فتاح ﷺ | عالم ﷺ |
| طاهر ﷺ | | یتیم ﷺ | طبیب ﷺ | | رؤف ﷺ |
| مطهر ﷺ | امي ﷺ | بار ﷺ | تهامي ﷺ | قریشي ﷺ | رحیم ﷺ |
| محمود ﷺ | قاسم ﷺ | | | عزیز ﷺ | امي ﷺ |
| امین ﷺ | | | | | هامي ﷺ |
| هاشمي ﷺ | محمد ﷺ | | | نبي ﷺ | یاسین ﷺ |
| مجدد ﷺ | | | | | منور ﷺ |
| قائم ﷺ | شفیع ﷺ | | | مزمل ﷺ | برهان ﷺ |
| مؤمن ﷺ | نور ﷺ | حافظ ﷺ | مذکر ﷺ | مطیع ﷺ | طٰه ﷺ |
| شهید ﷺ | | مختار ﷺ | حبیب ﷺ | | مصطفیٰ ﷺ |
| سراج ﷺ | رسول ﷺ | مرتضیٰ ﷺ | ناصر ﷺ | فاتح ﷺ | مهدي ﷺ |
| حبیب ﷺ | خلیل ﷺ | عاقب ﷺ | ناج ﷺ | مجتبیٰ ﷺ | مضري ﷺ |
| ناطق ﷺ | حاشر ﷺ | بشیر ﷺ | منیر ﷺ | حلم ﷺ | بطحیٰ ﷺ |
| احمد ﷺ | امام ﷺ | حکیم ﷺ | کلیم ﷺ | داع ﷺ | ظائر ﷺ |
| منصور ﷺ | عادل ﷺ | واعظ ﷺ | متوسط ﷺ | مدني ﷺ | عربي ﷺ |

# مُحَمَّدٌ

## صلي الله علیه وسلم

اللهم صل علي سیدنا محمد و عليٰ آله وبارک وسلم

(١) ڪمال اتباع سنت رسول ﷺ ۽ محبت حقيقيءَ سان حضور ﷺ جن جو ديدار پر انوار بلڪل آسان ٿئي ٿو. بهرحال اها زيارت جنت جو پروانو آهي ۽ الله تعاليٰ جي ڪرم نوازيءَ جي ڪلي سَند آهي: قول بديع ۾ حضور ﷺ جن جو هڪ قول نقل ڪيو ويو آهي ته جيڪو شخص اسان جي روح پاڪ تي ۽ اسان جي جسم پاڪ تي ۽ اسان جي قبر مبارڪ تي درود شريف پڙهندو، سو اسان جو ديدار خواب ۾ ضرور ڪندو ۽ اسان کي قيامت ۾ ڏسندو، پوءِ جنهن شخص قيامت ۾ اسان کي ڏٺو اسين ان جي سفارش ۽ شفاعت ڪنداسون جنهن جي اسين شفاعت ڪنداسون ته اهو اسان سان گڏ حوض ڪوثر تي موجود هوندو ۽ اسين ان کي آب ڪوثر پياريندا سون، الله تعاليٰ اُن جي بدن تان دوزخ جي باهہ کي حرام ڪري ڇڏيندو. حضرت ابوالقاسم بستي رحمة الله عليه لکي ٿو ته جيڪو شخص چاهي ٿو ته مان نبيءَ ڪريم ﷺ جن جو ديدار ڪريان ۽ سندن زيارت نصيب ٿئي ته هيءَ درود شريف پڙهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا اَمَرْتَنَا اَنْ نُّصَلِّيَ عَلَيْهِ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا هُوَ اَهْلُهٗ اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ كَمَا تُحِبُّ وَتَرْضٰي لَهٗ.

هن درود شريف کي طاق عددن يعني اڪيءَ مثل هڪ سؤ هڪ يا ٣١٣ عددن وانگر اڪيءَ ۾ پڙهڻ سان جلد حضور ﷺ جن جي زيارت نصيب ٿيندي.

(٢) جو شخص جمعي جي ڏينهن جمعي جي نماز کان پوءِ وضو ڪري هڪڙي ڪاغذ تي ٣٥ دفعا اسم (محمد رسول الله) لکي ۽ اُن پرچي کي پاڻ سان گڏ رکي ته الله تعاليٰ جل شانه. ان

ڪي اطاعت ۽ عبادت جي قوت عطا فرمائيندو ۽ روزانو سج نڪرڻ مهل درود شريف پڙهندو ۽ هن پرچي کي غور سان ڏسندو وڃي، گهٽ ۾ گهٽ ٣٥ دفعا درود شريف پڙهي انهيءَ عمل کي ڪندو رهندو ته تمام ڪثرت سان حضور ﷺ جن جو ديدار نصيب ٿيندو رهندس.

(٣) جناب حضرت قطب حقاني غوث صمداني سيد شيخ عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه، پنهنجي تصنيف ۾ لکن ٿا ته حضرت ابو هريره رضي الله عنه، کان روايت آهي ته مدني سرڪار ﷺ جن فرمايو آهي ته جيڪو شخص جمعي جي رات جو بعد عشاء ٻه رڪعتون نماز پڙهي، هر رڪعت ۾ الحمد شريف کان پوءِ آية الڪرسي ۽ ١٥ دفعا سورة اخلاص پڙهي، اهي ٻه رڪعتون نماز اهڙي طرح ختم ڪرڻ کان پوءِ ويهي هڪ هزار ڀيرا هي درود شريف پڙهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ ِالنَّبِيِّ الْاُمِّيِّ.

ته انشاء الله تعاليٰ هڪ جمعي کان ٽئي جمعي تائين اهو شخص پنهنجي پياري نبيءَ ڪريم ﷺ کي ضرور خواب ۾ ڏسندو. حضور ﷺ جن جو نالو مبارڪ جڏهن به زبان تي اچي يا ٻڌو وڃي ته يڪدم درود شريف پڙهڻ گهرجي گهٽ ۾ گهٽ صلي علي چوي، غم ۽ الم، فاقو، تشنگي، تنگي ۽ هر آفت هوا وانگر اڏامي ويندي.

هر کام ميں راز کاميابي عبدل کا صرف يہ هے.
کهتا هے نام احمدِ مختار پر صلي عليٰ پڙهے.

(عبدالقادر مصنف اصل ڪتاب

## عجيب حقيقت عجيب راز

شيخ عبدالوهاب متقي رحه جن جڏهن حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلويءَ کي حج تي روانو فرمائڻ لڳا ته ڪيس فرمايائون ته

فرضن جي ادائگيءَ کان پوءِ جيڪو بہ وقت ملي تنهن ۾ درود شريف پڙهجو، ڇو جو ان سفر ۾ فرضي عبادت کان پوءِ درود شريف کان وڌيڪ ڪا بہ شيءِ ڪانهي. اي فرزند درود شريف ايترو تہ ڪثرت سان پڙهج، جو تنهنجي زبان تَر ٿي وڃي. ياد رکو! درود جو ڪو تعداد مقرر نہ آهي، جيترو بہ وڌيڪ پڙهيو وڃي، اوترو مفيد آهي ۽ سندس فائدا لا محدود آهن.

حضرت عبدالله بن مسعود رضہ جليل القدر اصحابي هئا. هڪ دفعي نماز پڙهي رهيا هئا تہ حضور ﷺ جن اتي تشريف فرما ٿيا، ساڻن گڏ حضرت ابابڪر صديق رضي الله عنه ۽ حضرت عمر فاروق رضي الله عنه بہ هئا. نماز ختم ڪرڻ کان پوءِ حضرت عبدالله پهرين تہ الله تعاليٰ جي حمد ۽ ساراهہ ڪئي، تنهن کان پوءِ حضور ﷺ ۽ سندن آل مٿي درود شريف پڙهڻ لڳو. دورد پڙهڻ کان پوءِ پنهنجي لاءِ دعا گهرڻ لڳو، ان تي نبي ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ گهر، جيڪي گهرندين سو ملندو.

حضرت مولانا عبدالقادر سيفي الحسيني رحہ فرمائي ٿو تہ اسان کي جو ڪجهہ بہ مليو، اهو درود شريف جي بيحساب پڙهڻ مان ئي مليو.

حضرت اويس قرني رحہ فرمائي ٿو تہ رسول اڪرم ﷺ جن تي هميشه ڏينهن رات درود شريف پڙهندا رهو.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰي آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّبَارِكْ وَسَلِّمْ.

## سيني کان وڏو وسيلو

صاحب نزهة المجالس فرمائي ٿو تہ هڪ شخص ظالم بادشاهہ جي ظلم کان تنگ ٿي شهر ڇڏي ڀڄي ويو. ڀڄندي ڀڄندي هڪڙي سنسان جهنگل ۾ وڃي لڪو، اتي ويهي حضور ﷺ

جن تي هڪ هزار درود شريف پڙهيائين ۽ پوءِ دعا گهريائين ته: يا رب ! مان تنهنجي بارگاهہ مان رسول اڪرم ﷺ جن جي وسيلي سان دعا گهران ٿو ته تون مون کي هن جابر ۽ ظالم حاڪم کان بچائي وٺ. اڃا دعا گهري رهيو هو ته هاتف آواز ڏنو ته: اي مؤمن ! محمد ﷺ جو وسيلو سڀني وسيلن کان افضل ترين آهي. رب پاڪ تنهنجي دعا کي قبول فرمائي ڇڏيو. پوءِ جڏهن هو شهر ۾ واپس آيو ته، خبر پيائين ته بادشاهہ مري ويو آهي.

ام المؤمنين حضرت بيبي عائشه صديقه رضہ فرمايو ته حضور ﷺ جن جو فرمان مبارڪ آهي ته جنهن شخص کي اها ڳالهہ پسند هجي ته قيامت جي ڏينهن رب پاڪ مون سان خوشيءَ سان ملي ۽ ملاقات ڪري ته اسان تي ڪثرت سان درود شريف پڙهي.

حضرت عبدالله بن جواد رضہ فرمايو ته حضور ﷺ جن جو ارشاد مبارڪ آهي ته فرضن کي پوريءَ ڪوشش سان ادا ڪريو. جو جو اها شيءِ الله جي راهہ ۾ ويهہ دفعا جهاد ڪرڻ کان بہ افضل آهي ۽ اسان تي درود شريف پڙهڻ انهن سڀني عملن جي برابر آهي.

حضرت جابر بن سمره رضہ فرمايو ته حضور ﷺ جن جو ارشاد مبارڪ آهي ته جيڪو شخص اسان مٿي فجر نماز جي بعد سؤ دفعا درود شريف پڙهندو ته الله تعاليٰ ان جون سؤ حاجتون پوريون فرمائيندو.

حضرت انس رضہ فرمائي ٿو ته حضور ﷺ جن فرمايو ته اصحابيو رضہ قيامت جي ڏينهن جي پريشانين ۽ مصيبتن کان اهو شخص آزاد ۽ امن ۾ هوندو، جنهن دنيا ۾ سڀ کان زياده اسان مٿي درود شريف پڙهيو هوندو.

حضور ﷺ جن فرمايو ته:

مَنْ صَلّٰى عَلَيَّ وَاحِدَةً صَلَّى اللّٰهُ عَلَيْهِ عَشْرًا

يعني: جيڪو شخص اسان تي هڪ دفعو درود شريف پڙهندو

تہ الله تعاليٰ مٿس ڏهہ رحمتون نازل فرمائيندو. درود شريف پڙهڻ هڪ عجيب دل ۽ دماغ کي معطر ڪرڻ واري نيڪي آهي. هڪ درود شريف پڙهڻ سان ڏهن نيڪين جو ثواب ملي ٿو. هن حديث مان ثابت آهي تہ هڪ درود جي بدلي ۾ ڏهہ نيڪيون لکيون وڃن ٿيون.

الله تعاليٰ فرمايو:

"مَنْ جَآءَ بِالْحَسَنَةِ فَلَهٗ عَشْرُ اَمْثَالِهَا"

هڪڙيءَ نيڪيءَ کي الله پاڪ وڌائي ڏهن نيڪين جو ثواب عطا فرمائي ٿو تہ ان مان ظاهر ٿيو تہ درود شريف اگر هڪ دفعو پڙهيو ويو تہ ڏهہ نيڪيون حاصل ٿيون، هر هڪ نيڪيءَ جي بدلي ۾ الله پاڪ ڏهن نيڪين جو ثواب ڏيندو. اهڙيءَ طرح پوري سؤ نيڪين جو ثواب ان مؤمن کي ملي ٿو. رب پاڪ ۽ سندس رسول ﷺ سچ فرمايو آهي.

## ثواب

حضور ﷺ جن هڪ دفعي فرمايو تہ جنهن شخص جي اڳيان اسان جو ذڪر آيو ۽ ان بر وقت اسان تي درود شريف پڙهيو تہ ان کي اُحد جي جبل جيترو ثواب حاصل ٿيندو. (اُحد جبل مدينہ منوره جي قريب آهي، جتي جنگ اُحد لڳي هئي). هاڻي اندازو لڳايو وڃي تہ هڪ دفعي درود شريف پڙهڻ مان ايڏو وڏو ثواب ملي ٿو.

## عذاب

حضرت ابوهريره رضہ فرمائي ٿو تہ سرڪار مدني ﷺ جن ارشاد فرمايو تہ جيڪڏهن ڪنهن شخص ڇائي واٽي اسان تي درود شريف پڙهڻ کي ڀلائي ڇڏيو تہ ڄڻ اهو جنت جو رستو ڀلجي ويو.

حضرت امام جعفر رضہ کان روايت آهي تہ حضور ﷺ جن جو ارشاد مبارڪ آهي تہ جنهن شخص جي سامهون اسان جو ذڪر

ٿئي ۽ اسان تي درود شريف نہ پڙهيو تہ اهو جنت جي واٽ ڀلجي
ٻئي پاسي ويو هليو.

## سزا

حضرت عبدالله بن جواد رضہ جي روايت ڪنزالعمال ۾ آهي تہ
رسول اڪرم ﷺ جن ارشاد فرمايو تہ جبرائيل عليہ السلام عرش
عظيم جي طرف کان وڏي آواز ۾ اسان کي فرمايو تہ اي محمد ﷺ
رب العزت اوهان کي فرمائي ٿو تہ جنهن شخص جي سامهون توهان
جو ذڪر ڪيو وڃي ۽ اهو توهان تي درود شريف نٿو پڙهي تہ
اهو شخص جهنم ۾ داخل ٿيندو.

## جزا

حضور پر نور ﷺ جن فرمايو تہ جنهن شخص محبت ۽ خلوص
۽ صدق سان اسان تي هڪ دفعو درود شريف پڙهيو تہ الله تعاليٰ ۽
سندس ملائڪ ان شخص تي ستر ڀيرا رحمت نازل فرمائين ٿا. (ڪنزالعمال)

## رحمت

حضرت ابن عباس رضہ کان روايت آهي تہ رسول اڪرم ﷺ
جن هڪ ڏينهن منبر تي خطبي جي لاءِ چڙهي رهيا هئا. پهرئين
ڏاڪي تي پير رکڻ بعد فرمايائون "آمين"، وري ٻئي ڏاڪي تي پير
رکڻ مهل بہ "آمين" فرمايائون وري ٽئين ڏاڪي تي بہ "آمين"
فرمايائون پوءِ فرمايائون تہ الله تعاليٰ جو حڪم نازل ٿيو تہ جنهن شخص
جي سامهون اوهان جو ذڪر ٿئي ۽ اهو درود شريف نہ پڙهي تہ الله
تعاليٰ ان کي پنهنجي رحمت کان دور ڪري ۽ ڪيس ذليل ڪري. (طبراني)

## رحمت

هڪ دفعي حضور ﷺ جن فرمايو تہ اگر ڪو شخص روزانو
ڇهہ دفعو بہ اسان تي درود شريف پڙهندو هوندو تہ هن دنيا ۾

ني جنت جي بشارت ملڻ کان اڳي سندس موت نہ ايندو.
(کنز العمال عن انس رضہ)

## مسجد شريف

حضور اڪرم ﷺ جن فرمايو آهي تہ توهان مان ڪوبہ شخص جڏهن مسجد شريف ۾ داخل ٿئي تہ اول درود شريف پڙهي پوءِ

اَللّٰهُمَّ افْتَحْ لِيْ اَبْوَابَ رَحْمَتِكَ

چوي ۽ پوءِ مسجد شريف ۾ داخل ٿئي. ٻاهر اچڻ مهل بہ پهرين درود شريف ۽ تنهن کان پوءِ

اَللّٰهُمَّ اِنِّيْ اَسْئَلُكَ مِنْ فَضْلِكَ

چئي پوءِ ٻاهر اچي.

## گهر

حضرت عمر بن دينار رضہ فرمائي ٿو تہ جڏهن ڪو شخص گهر ۾ داخل ٿئي ۽ گهر ۾ ڪوبہ موجود نہ هجي تہ هيئن چوي:

اَلسَّلَامُ عَلَى النَّبِيِّ وَرَحْمَةُ اللهِ وَبَرَكَاتُهٗ اَلسَّلَامُ عَلَيْنَا وَعَلٰى عِبَادِ اللهِ الصَّالِحِيْنَ.

يعني تہ رسول اڪرم ﷺ جن تي درود پڙهي. (ق - درس ص ٢٢)

## شفاعت جو واعدو

حضور سرور ڪونين ﷺ جن مٿي ڪثرت سان درود شريف پڙهڻ جي معنيٰ ئي قيامت جي ڏينهن سندن شفاعت جي سند حاصل ڪرڻ آهي. درود شريف جو خاص ۽ اصل فائدو اهو آهي. ڪنهن قيديءَ يا ڏوهيءَ کي اها خبر پئجي وڃي تہ فلاڻي شخص

جي حاڪم وٽ ڏاڍي هلندي آهي ۽ حاڪم سندس سفارش سان منهنجي جان آزاد ڪري ڇڏيندو ته ان لاءِ ماڻهو ڪيڏي وڏي ڪوشش ڪندو آهي ته ڪنهن به طريقي سان ان شخص کي راضي ڪريان جيئن اهو منهنجي سفارش حاڪم وٽ ڪري مون کي آزاد ڪرائي. اسان مان اهڙو شخص ڪير آهي جنهن کان ڪو گناهه ئي نه ٿيو هجي سو اگر اسان کي حضور ﷺ جن جهڙو سفارشي ملي وڃي ته اسين ڪيڏا وڏا خوش قسمت آهيون، حضور ﷺ جن جهڙو سفارشي جيڪو سڀني نبين جو سردار، الله تعاليٰ جو محبوب رسول ﷺ اهو هڪڙيءَ آسان شيءِ جي بدلي ۾ پنهنجي سفارش جو واعدو فرمائي ۽ اهو فرمائي ته اسان تي ان شخص جي سفارش واجب ۽ لازم آهي پوءِ به جيڪڏهن ڪو شخص درود شريف جهڙو آسان عمل ڪري ۽ شفا حاصل ڪرڻ نٿو چاهي ته سمجهڻ گهرجي ته اهو ٿيو ئي جهنم لاءِ پيدا آهي.

حضرت حسن بصري رحه پنهنجي درود شريف ۾ هيءُ پڙهندا هئا. اي الله اسان جي حضور ﷺ جن کي اسان جي طرفان ايترو ته بهترين بدلو عطا فرماءِ جنهن جهڙو ڪنهن نبيءَ کي سندس امت طرفان عطا نه فرمايو ويو هجي.

حديث شريف مان نقل ٿيل آهي ته جيڪو شخص ستن جمعن تائين هر ڪنهن جمعي تي ست دفعا هي درود شريف پڙهندو ته اسانجي شفاعت ان تي واجب ٿي ويئي. اهو درود شريف هي آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي مُحَمَّدٍ وَّعَلٰٓي اٰلِ مُحَمَّدٍ صَلٰوةً تَكُوْنُ لَكَ رِضًا وَّلِحَقِّهٖ اَدَآءً وَّاَعْطِهِ الْوَسِيْلَةَ وَالْمَقَامَ الْمَحْمُوْدَ الَّذِيْ وَعَدْتَّهٗ وَاجْزِهٖ عَنَّا مَا هُوَ اَهْلُهٗ وَاجْزِهٖ عَنَّا مِنْ اَفْضَلِ مَا جَزَيْتَ نَبِيًّا عَنْ

اُمَّتِهٖ وَصَلِّ عَلٰي جَمِيْعِ اِخْوَانِهٖ مِنَ النَّبِيِّيْنَ وَالصَّالِحِيْنَ

يَا اَرْحَمَ الرَّاحِمِيْنَ ۔ يَا اَللّٰهُ يَا اَللّٰهُ يَا اَللّٰهُ ۔

الله تعاليٰ اسان سڀني کي توفيق عطا فرمائي جو اسين پنهنجي پياري نبيءَ ڪريم ﷺ جن تي حد کان زياده گهڻي ۾ گهڻو درود شريف پڙهي سندن پيار ۽ شفاعت حاصل ڪريون جنهن جو اسان سان پاڻ ڪريمن ﷺ خود واعدو فرمايو آهي ۽ هر هڪ کي اها اميد آهي.

الله ڏي توفيق تہ پڙهہ رات ڏينهن درود، مقبول بارگاهہ ۾ توکي ڪندو درود.

(فقير محمد اسماعيل خاطي ٺٽوي)

## درود شريف جي متعلق چاليهہ حديثون

(١) جيڪو شخص گهري تہ منهنجا اعمال قيامت جي ڏينهن وڏيءَ ساهيءَ ۾ توريا وڃن تہ ان کي گهرجي تہ اسان تي ڪثرت سان درود شريف پڙهي.

(٢) اسان تي درود شريف پڙهڻ قيامت جي ڏينهن پل صراط جي اونداهيءَ ۾ نور آهي.

(٣) اسان تي ڪثرت سان درود پڙهو جو قبر ۾ توهان کان پهرين اسان جي باري ۾ سوال ڪيو ويندو.

(٤) قيامت جي ڏينهن حشر جي سختين ۽ مصيبتن کان اهو شخص محفوظ هوندو جنهن دنيا ۾ اسان تي ڪثرت سان درود شريف پڙهيو هوندو.

(٥) ڪثرت سان درود شريف پڙهڻ وارو قيامت ۾ اسان کي بلڪل ويجهو هوندو.

(٦) جنهن جي سامهون اسان جي ڪا ڳالهہ اچي تہ ان کي گهرجي تہ اسان تي درود شريف پڙهي.

(٧) جيڪو شخص اسان تي صلواة سڳوري هڪ دفعو پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان تي ڏهہ دفعا صلواة پڙهي ٿو ۽ سندس درجو بلند ڪري ٿو.

(٨) جيڪو شخص اسان تي درود شريف پڙهندو اهو عرش جي پاڇي ۾ هوندو.

(٩) اسان تي درود شريف پڙهڻ نور آهي، هن دنيا ۾ به ۽ آخرت ۾ به.

(١٠) جيڪو شخص ڪتاب ۾ منهنجو درود شريف لکي ٿو ته جيستائين منهنجو نالو ان ڪتاب ۾ موجود آهي، تيستائين الله جا ملائڪ مٿس درود پڙهندا رهن ٿا.

(١١) جيڪو شخص صبح جو ڏهه دفعا ۽ شام جو ڏهه دفعا اسان تي درود شريف پڙهندڙ هوندو، قيامت جي ڏينهن ان کي اسان جي شفاعت نصيب ٿيندي.

(١٢) جيڪو اسان تي سؤ دفعا درود شريف پڙهندو ته الله تعاليٰ ان جون سؤ حاجتون پوريون ڪندو.

(١٣) توهين جتي به هجو اسان تي درود شريف پڙهندا رهو، توهان جو درود اسان کي برابر پهچندو رهي ٿو.

(١٤) اسان تي هڪ دفعو درود شريف پڙهڻ ائين آهي، ڄڻ ته الله جي واٽ ۾ هڪڙو غلام آزاد ڪيائين.

(١٥) اسان مٿي ڪثرت سان درود شريف پڙهو، جو اهو اوهان لاءِ پاڪائيءَ جو باعث آهي.

(١٦) جيڪڏهن ڪا به مشڪل پيش اچي ته ان کي گهرجي ته درود شريف ڪثرت سان پڙهي.

(١٧) اسان تي زياده کان زياده درود پڙهو، ڇو جو اهو اوهان جي بهتريءَ جو ذريعو آهي.

(١٨) جڏهن ڪا شيءِ يا ڳالهه يلجي وڃو ته فوراً درود شريف پڙهو انشاء الله تعاليٰ ياد اچي ويندي.

(١٩) جمعي جي ڏينهن اسان تي گهڻو درود شريف پڙهو، ڇو جو جمعي جي ڏينهن اوهان جو درود شريف اسان کي پيش ڪيو وڃي ٿو.

(٢٠) جيڪو شخص اسان تي درود شريف پڙهي ٿو، اهو درود اسان وٽ پهچي وڃي ٿو ۽ ان جي بدلي ۾ اسين ان شخص تي درود موڪليون ٿا.

(٢١) جيڪو شخص اسان جي قبر مبارڪ وٽ يا ان جي ويجهو درود شريف اسان تي پڙهي ٿو ته اسين پاڻ ان کي ٻڌون ٿا.

(٢٢) اسان تي درود شريف پڙهندا ڪريو، جو اهو به اوهان تي زڪواة جي حڪم ۾ آهي، يعني صدقو آهي.

(٢٣) اسان تي اوهان جو درود شريف موڪلڻ، اوهان جي دعائن کي محفوظ ڪرڻ وارو آهي.

(٢٤) اسان تي درود شريف موڪلڻ اوهان لاءِ الله جي رضا جو موجب آهي.

(٢٥) اسان تي درود شريف پڙهندا ڪريو، جو جو توهان جي گناهن جو ڪفارو آهي.

(٢٦) اول الله تعاليٰ جي ثنا ۽ صفت ڪريو، تنهن کانپوءِ اسان تي درود پڙهو، تنهن کانپوءِ دعا گهرو ۽ دعا جي اول ۽ آخر ۾ درود شريف پڙهڻ مستحب آهي.

(٢٧) جيستائين ڪو شخص اسان تي درود شريف پڙهندو رهندو، الله پاڪ جا ملائڪ ان شخص تي درود پڙهندا رهندا.

(٢٨) جيڪو امتي اسان تي سؤ دفعا درود شريف پڙهي ٿو ته الله پاڪ انکي قيامت جي ڏينهن شهيدن جو مقام ۽ مرتبو عطا فرمائيندو.

(٢٩) جيڪو شخص هڪڙو ڀيرو درود شريف پڙهي ٿو ته الله تعاليٰ سندس ڏهه گناهه معاف فرمائي ٿو ۽ ڏهه درجا بلند ڪري ٿو ۽ سندس ڏهه نيڪيون لکائي ٿو.

(٣٠) جيڪو شخص اسان تي درود شريف پڙهي ٿو ته اسين انجي حق ۾ دعا ڪندا آهيون.

(٣١) جيڪو شخص اسان تي هڪ هزار ڀيرا درود شريف پڙهندو، اهو جيستائين دنيا ۾ پنهنجين اکين سان جنت واري جاءِ نه

ڏسندو، تيستائين سندن هن دنيا مان لاڏاڻو نہ ٿيندو.

(٣٢) جيڪو، جنهن ڏينهن اسان تي درود شريف پڙهندو تہ الله تعاليٰ تي حق آهي جو ان ڏينهن ۽ ان رات جا گناھ ان شخص کي معاف فرمائي.

(٣٣) جيڪو شخص درود شريف پڙهي ٿو، ان جي لاءِ هڪ قيراط جيترو ثواب لکيو وڃي ٿو. قيراط اُحد جبل جيڏو ٿئي ٿو.

(٣٤) توهين قيامت ۾ پنهنجن نالن ۽ علامتن سان اسان وٽ حاضر ڪيا ويندا، تنهن لاءِ اسان تي خوب چڱيءَ طرح ۽ گهڻو درود شريف پڙهندا ڪريو.

(٣٥) جنهن شخص کي اها خواهش هجي تہ ڏينهن قيامت جي الله پاڪ سائس خوشيءَ سان ملاقات فرمائي تہ اهو اسان تي ڪثرت سان درود شريف پڙهي.

(٣٦) فرضن کي صحيح نموني ۾ ادا ڪندا وڃو، جو انهيءَ جو ثواب ويهہ دفعا جهاد ڪرڻ کان بہ افضل آهي ۽ اسان مٿي صلواة ۽ سلام پڙهڻ اهو انهن سڀني جي برابر آهي.

(٣٧) جيڪو شخص اسان تي جمعي جي ڏينهن درود ڪثرت سان پڙهي ٿو تہ اهو قيامت جي ڏينهن اهڙي شان سان ايندو جو ان سان گڏ هڪ نور هوندو. اهو نور ايڏو تہ هوندو جو جيڪڏهن انکي ساري مخلوق ۾ ورهايو وڃي تہ سڀني لاءِ ڪفايت ٿيندي.

(٣٨) جنهن اُمتيءَ اسان تي جمعي جي ڏينهن هڪ سؤ درود شريف پڙهيو تہ انجا ٻن سون سالن جا گناھ معاف فرمايا ويندا.

(٣٩) جنهن ماڻهوءَ اڳيان اسان جو ذڪر ٿئي ۽ درود شريف نہ پڙهي تہ انهيءَ پاڻ کي جنت جي واٽ کان پري ڪري ڇڏيو.

(٤٠) جن ماڻهن مجلس ڪئي ۽ گڏ ٿيا، ان مجلس ۾ الله تعاليٰ جو ذڪر بہ نہ ڪيائون ۽ نہ رسول الله ﷺ جن تي درود شريف پڙهيائون، ائين ٿي آٿي ويا هليا تہ اها انهن جي بد انجام جي نشاني ۽ حسرت جي جاءِ آهي.

## هڪ درود هڪ خزانو

حضرت ابوالفضل ڪرماني رحمة الله عليه فرمائين ٿا تہ هڪ شخص خراسان کان مون وٽ آيو. ان بيان ڪيو تہ مان مديني منور ۾ هوس، اتي مون نبيءَ ڪريم ﷺ جن جي زيارت ڪئي ۽ پاڻ ڪريمن ﷺ انهيءَ خواب ۾ مون کي فرمايو تہ تون جڏهن همدان وڃين تہ ابوالفضل بن زيرڪ ڪرمانيءَ کي اسان جا سلام چئجانءِ. مون عرض ڪيو تہ يا رسول الله ﷺ ڇا ڳالهہ آهي، جو هن شخص کي ايڏو وڏو اعزاز ملي رهيو آهي. حضور سرور ڪونين ﷺ جن فرمايو تہ ابوالفضل ڪرماني اسان تي روزانو هيءُ درود شريف سؤ دفعا ۽ ان کان بہ زياده پڙهندو رهندو آهي. درود شريف هيءُ آهي.

اَللّٰهُمَّ صَلِّ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدِ ِ النَّبِيِّ الْاُمِّيِّ وَعَلٰي آلِ سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ جَزَ اللهُ مُحَمَّدًا صَلَّي اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ عَنَّا مَا هُوَ اَهْلُهٗ.

**يعني: الله تعاليٰ محمد ﷺ، نبي ﷺ، أمي ﷺ ۽ ان جي اولاد کي جزا ڏئي، جنهن جا اهي مستحق آهن.**

حضرت ابوالفضل ڪرماني رحہ فرمائي ٿو تہ ان شخص قسم کائي چيو آهي تہ حضور ﷺ جن جي ٻڌائڻ کان پهرين مون کي نہ توهان جو نالو ايندو هو ۽ نہ توهان جي رهڻ جو ڪو مقام. مون کي ڪا خبر نہ هئي. اسان ڪجهہ ڪڻڪ ان شخص کي پيش ڪئي، مگر ان صاف انڪار ڪري ڇڏيو ۽ چيائين تہ حضور اڪرم ﷺ جن جي پيغام کي وڪڻان نٿو. ابو الفضل رحہ فرمائي ٿو تہ ان کان پوءِ اسان ان ماڻهو کي وري ڪڏهن بہ نہ ڏٺو.

اهڙا تہ هزارين واقعا اڄ بہ موجود آهن جيڪي حضور پر نور

ﷺ جن تي درود شريف پڙهڻ وارن کي بشارت ڏئي خواب ۾ زيارت جي صورت ۾ نصيب ٿيندا رهن ٿا.

## درود شريف ۽ مقام محمود

بخاري شريف ۾ هڪ حديث مبارڪ درج آهي ته جيڪو شخص بانگ ٻڌي ۽ هيءُ لفظ پڙهي؛

درود شريف ۽ مقام محمود

اَللّٰهُمَّ رَبَّ هٰذِهِ الدَّعْوَةِ التَّآمَّةِ وَالصَّلٰوةِ الْقَآئِمَةِ اٰتِ مُحَمَّدَ نِالْوَسِيْلَةَ وَالْفَضِيْلَةَ وَالدَّرَجَةَ الرَّفِيْعَةَ وَابْعَثْهُ مَقَامًا مَّحْمُوْدَ نِ الَّذِیْ وَعَدْتَهٗ وَارْزُقْنَا شَفَاعَتَهٗ يَوْمَ الْقِيٰمَةِ اِنَّكَ لَا تُخْلِفُ الْمِيْعَادَ

يعني : - يا الله هن دعوت تمام ۽ نماز قائم جي صدقي ۾ حضور اڪرم ﷺ جن کي بزرگي ۽ فضيلت عطا فرماءِ ۽ قيامت جي ڏينهن مقام محمود تي سرفراز فرماءِ جنهن جو تو وعدو فرمايو آهي. اُن شخص جي لاءِ منهنجي شفاعت واجب ٿي ويجي ٿي.

حضرت ابوهريره رض، حضور ﷺ جن کان نقل ٿو فرمائي ته جڏهن توهين درود شريف پڙهندا ڪريو ته منهنجو وسيلو به گهرندا ڪريو، جڏهن به اذان ٻڌو ته اها دعا جيڪا هڪ درود به آهي سا پڙهندا ڪريو هن ۾ ڪيتي فائدا آهن اها دعا مٿي لکي آيو آهيان.

## چوڏهن هزار

اگر ڪو شخص گهري ته گهٽ ۽ ٿورڙي وقت ۾ گهڻو ثواب حاصل ڪريان ته هن درود شريف کي پڙهي جنهن جي هڪ ڀيري پڙهڻ سان چوڏهن هزارن درودن جو ثواب ملي ٿو. حضرت سيد احمد انصاري رحمة الله عليه فرمائي ٿو ته هي درود شريف مڪمل

درود ۾ طريقت وارن جو درود شريف آهي. جنهن کي آهي هر نماز بعد پڙهندا آهن. هن جي انتها ناهي. حضرت شيخ عبدالباقي رحه حنبليءَ کان روايت آهي ته هن درود شريف جو ثواب بي حساب آهي. فرمائين ٿا ته هن درود شريف کي هڪ دفعي پڙهڻ سان ١٤٠٠٠ درودن جو ثواب حاصل ٿئي ٿو. درود شريف هيءُ آهي:

اَللّٰهُمَّ صَلِّ وَسَلِّمْ وَبَارِكْ عَلٰي سَيِّدِنَا مُحَمَّدٍ وَّعَلٰيٓ اٰلِهٖ عَدَدَ كَمَالِ اللّٰهِ وَكَمَا يَلِيْقُ بِكَمَالِهٖ.

يعني: - اي الله درود ۾ برڪت موڪل اسان جي نبيءَ ڪريم ﷺ ۽ سندن آل مٿي پنهنجي ڪمالات جي برابر ۽ جيترا اوهين لائق آهيو.

## هڪ لاجواب درود شريف

حضرت احمد وحلان رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته هيءُ درود شريف حضرت محمد الحنفي رحه جي اسرار العجائب مان آهي مولانا شيخ عبدالوهاب شعراني رحمة الله عليه فرمائين ٿا ته اسان جي ڏاڏي صاحب حضور ﷺ جن کي خواب ۾ ڏٺو حضور ﷺ جن حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه کي فرمايو ته هيءُ هڪ عظيم شخص آهي اسين هن سان محبت ڪريون ٿا. حضرت ابوبڪر صديق رضه جن فرمايو ته پوءِ ڇا هن کي فضيلت واري پڪ ٻڌائي وڃي، حضور ﷺ جن اجازت فرمائي. پوءِ جڏهن حضرت شيخ محمد الحنفي رحه اها ڳالهه ٻڌي ۽ پنهنجي ڏاڏي وانگر حضور ﷺ جن جي زيارت کان مشرف ٿيا ته عرض ڪيائون ته يا رسول الله ﷺ مون کي به منهنجي ڏاڏي واري اميري عطا فرمائي وڃي ۽ اهڙي ئي عزت بخشي وڃي. حضور ﷺ جن ڪيس فرمايو ته تنهنجي مٿي ۾ اعزاز اهو آهي ته هي درود شريف پڙهندو رهه هاڻي اندازو

